# ڪليات سانگي

يعني

مجموعهٔ ڪلام فصاحت نظام

سرڪار بلند آثار هز هائنيس

## مير عبدالحسين خان "سانگي"

تصحيح

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

ڊائريڪٽر انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن

سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد.



سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد (سنڌ)

پاڪستان

١٣٨٩ھ / ١٩٦٩ع

ڇاپو پهريون        سال ١٩٦٩ع        ڪاپيون هڪ هزار



قيمت: ١٥-٠٠ رپيا



ملڻ جو هنڌ:

سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال،
امين منزل، گاڏي کاتو،
حيدرآباد سنڌ.

هن ڪتاب جا اوائلي ٨-١٤٤ صفحا "خادم وطن" پرنٽنگ پريس حيدرآباد ۾ ۽ باقي صفحا سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيا، ۽ هي ڪتاب ڊاڪٽر اسدالله شاهه "حسيني"، اعزازي سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ، بورڊ جي آفيس "امين منزل" گاڏي کاتي حيدرآباد مان شايع ڪيو.

# مهاڳ

سنڌ ... اِي غزل-گو شاعرن ۾ مير عبدالحسين خان 'سانگي' هڪ امتيازي حيثيت رکي ٿو. سنڌس ... غزلن جو سرمايو پين ڪان سرس ۽ سوايو آهي، مگر سنڌس عاشقانہ مزاج، وسيع تجربي تڪلفا... انداز بيان سڀبان سنڌي غزل ۾ تازگي، رنگيني ۽ جواني آئي، ۽ محض ذهني مشق ... جي بدران سنڌي غزل، دل جي حال ۽ مقامي سنڌي ماحول جو آئينہ وار بڻيو.

... سانگي جا ٻہ ديوان سنڌس حياتي ۾ سنہ ۱۹۰۳ع ۽ ۱۹۰۴ع ۾ ڇپيا، مگر اڄ صدي گذرڻ ... هي بہ ناياب ٿي چڪا هئا. انهيءَ ڪري پندرهن سال کن اڳ سنڌي ادبي بورڊ فيصلو ... تہ سانگي جو سڄو ڪلام سهيڙي 'ڪليات' جي صورت ۾ شائع ڪجي. بورڊ طرفان جڏهن ... ها ذميواري بنده جي سپرد ٿي تہ 'سانگي' جي مطبوع ڪلام کان سواءِ وڌيڪ مواد جي ڳولا شروع ڪئي وئي. جناب محترم مير حاجي علي احمد خان ٽالپور سان جڏهن 'سانگي' جي سوانح ۽ ڪلام بابت ڪچهريءَ جو موقعو مليو تہ "سانگي" جو هڪ قلمي ديوان ڏيکاريائين. اِهو سانگي جو ... ٽئون ديوان' هو جو اڄا تائين ڇپيل ڪونہ هو. هن غيرمطبوع ديوان جو دستياب ٿيڻ هڪ ... ڪ نال سمجهي وڌيڪ جستجو جاري رکي وئي ۽ اهڙيءَ طرح سانگي جو اڃا بہ قدري وڌيڪ ... مطبوع ڪلام مليو.

هن "ڪليات سانگي" ۾ شامل ڪلام هيٺين ماخذن مان ورتو ويو آهي

۱. ديوان سانگي جلد اول، ڇپيل سنہ ۱۹۰۳ع

۲. ديوان سانگي جلد ٻيو، ڇپيل سنہ ۱۹۰۴ع

۳. ديوان سانگي جلد ٽيون، اڻڇپيل

۴. 'لطائف لطيفي' قلمي*، جنهن مان 'سانگي' جو فارسي ڪلام ورتو ويو

۵. سانگي جا قلمي بياض

۶. ميين وڏل 'حيدري' جو قلمي بياض

'ڪليات سانگي' جي ترتيب هيٺينءَ طرح قائم ڪئي وئي آهي: شروع ۾ سنڌي غزلن تي ... ل ٽيئي ديوان سلسليوار ڏنا ويا آهن. ان بعد متفرقہ سنڌي ڪلام ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ ... سنڌي ڪافيون اڪثر 'ٻئي ديوان' مان ورتل آهن. ان بعد 'سرائڪي ڪلام' ڪي مختلف ... ذن مان جدا ڪري هڪ جاءِ تي ڏنو ويو آهي، جنهن کان پوءِ ٻهرئين ۽ ٽئين ديوان ... ي ٻين ماخذن مان ورتل اردو ڪلام آندو ويو آهي. ان کان پوءِ ٻهرئين ۽ ٽئين ديوان،

---

* لطائف لطيفي" تازو بنده جي تصحيح سان شاهہ عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪميٽي طرفان شايع ٿي چڪو آهي.

'لطائف لطيفي' ۽ ٻين ماخذن مان ورتل فارسي ڪلام رکيو ويو آهي. ان کان پوءِ گهڻو ڪلام هٿ آيو سو ٻن 'ضميمن' هيٺ ڏنو ويو آهي. 'ڪليات' جي متن جي حاشيي ماخذن جا حوالا ڏنا ويا آهن.

اهي سڄڻ جن وٽان 'ڪليات' لاءِ مواد مليو، تن ۾ سڀ کان اول آءٌ عالي: مير حاجي علي احمد خان ٽالپور جو شڪرگذار آهيان، جنهن صاحب غيرمطبوع ديوان ٽيون ٻيا هٿ لکيل بياض نهايت فراخدليءَ سان بنده جي حوالي ڪيا، ۽ ٻڌ سانگي جي ڪلام نڪات ذهن نشين ڪرايا. مرحوم سانگي جي پوٽي جناب مير عباس علي خان پوري محبت سان سانگي جي سوانح توڙي خاندان جي حالات کان واقف ڪيو. ممتاز مرزا سندس گل حسن جي ڇپيل مضمونن ۽ علمي يادداشتن سان روشناس ڪرايو، ۽ ميرزا عباس علي بيگ جا جو سانگي جو هٿ لکيل بياض ۽ ٻيو مواد منهنجي حوالي ڪيائين. مرزا نوازعلي بيگ ۽ علي محمد بيگ جن سانگي کي اکين ڏٺو هو تن وٽان سوانح بابت ڪي مستند روايتون مليون.

قلمي ماخذن ۾ ڪي تاريخي قطعا پوريءَ طرح صاف يا صحيح نقل ٿيل نه هئا. انهن بابت مون پنهنجي رفيق پروفيسر ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان سان مشورا ڪيا. آءٌ سندس شڪرگذار آهيان جو هن صاحب خنده پيشانيءَ سان انهن قطعن کي سمجهائڻ ۾ منهنجي مدد ڪئي.

محترم امان الله 'ڪليات' ۾ شامل مواد جو گهڻو حصو قلمي ماخذن تان اتاريو، ۽ محترم شيخ محمد اسماعيل ۽ محترم ممتاز مرزا پروفن پڙهڻ جو ڪم پنهنجي ذمي ڪيو. سنڌي ادبي بورڊ جي پريس مئنيجر محترم علي بخش احمد زئي ۽ سندس ساٿين ڪتاب جي سهڻي ڇپائي ڏانهن توجهه ڏنو. آءٌ انهن سڀني سڄڻن جو شڪرگذار آهيان، جن هن قيمتي 'ڪليات' جي تڪميل ۾ حصو ورتو آهي.

اميد ته 'ڪليات سانگي' سنڌي غزل جي تاريخي مطالعي لاءِ هڪ اهم ماخذ ثابت ٿيندو.

سنڌ يونيورسٽي
حيدرآباد
٢- رمضان، ١٣٨٨هه/ ٢٢- نومبر ١٩٦٨ع

خادم العلم
نبي بخش

# فهرست





باسمه تعاليٰ

# مقدمو

## (الف) سوانح حيات

امير ابن امير ابن امير ابن امير ۽ شاعر ابن شاعر ابن شاعر ابن شاعر 'سرڪار بلند آثار، مير عبدالحسين خان 'سانگي' بن سرڪار شوڪت مدار مير عباس علي خان بن امير ڪبير سرڪار فيض آثار مير محمد نصير خان سنه ۱۸۵۱ع/۱۲٦۸ھ ۾ هن جهانِ رنگ و بو ۾ اکيون کوليون. ۽ علم و فضل جي ذوق، شڪار جي شوق، عشق جي سلامي، حسن جي غلامي، خانداني عظمت جي احساس، سڄڻن ۽ دوستن جي لحاظ، بلند حوصلي ۽ ذاتي ڪردار واري پنجهتر سالن کن جي شاندار ۽ وضعدار زندگي بسر ڪري سنه ۱۳۴۲ھ/۱۹۲۴ع ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري وڃي هميشه لاءِ حضرت شاهه عبداللطيف رحه جي روضي جي ڇانوَ ۾ ستو.

عبدالحسين خان حيدرآباد جي مکيه حڪمران گهراڻي 'شهداداڻي ٽالپور اميرن' جي خاندان جو چشم و چراغ هو(۱)، جي مير شهداد خان جي اولاد مان هئا. مير عبدالحسين خان جو نسبنامو ٽالپور قبيلي جي عام روايت مطابق هن ريت بيهي ٿو: عبدالحسين خان بن عباس علي خان بن محمد نصير خان بن مراد علي خان بن صوبدار خان بن شهداد خان بن هوتڪ خان بن سليمان خان عرف ڪڪو خان بن شاهو خان بن بجار خان(۲) جنهن جي پيڙهي ستين جلال خان جي پٽ هوت خان سان وڃي ملي ٿي.

عبدالحسين خان جو پڙ ڏاڏو 'سرڪار جهان مدار هڙ بر جنگ' مير مراد علي خان، اميرن جي پهرين چؤياري جو چوٿون رڪن ۽ 'فاتحِ سنڌ' مير فتح علي خان جو چوٿون نمبر ۽ ننڍي ۾ ننڍو ڀاءُ هو. حڪومت جي نظام ۽ انتظام ڏانهن خاص توجهه ۽ علم ادب سان شغف هوس: پاڻ

---

(۱) ڏسو شجرو ص [۲].

(۲) بجار خان تائين روايتن ۾ اتفاق آهي، پر ان بعد اختلافي روايتون ملن ٿيون، جن مان هيٺيون ٻه وڌيڪ تفصيلي آهن:

(الف) بجير خان (بجار خان) بن دره بن فولاد بن محميد بن بجير بن پنرن بن حسين بن عيسيٰ بن رباه بن بادل بن نوت بن اسماعيل بن عالي بن هوت بن جلال خان بن هارون بن سليمان بن نوزبند بن عبدالله بن حنان بن زبير بن بلوص بن بديع الزمان بن حمزه [بياض مير حسين علي خان].

(ب) بجار خان بن زنگي بن بجار بن شهداد عرف شدو بن فولاد بن محمود بن ميرن بن حسين بن اسماعيل بن عالي بن عبدالله عرف عبدو بن هوت بن جلال خان بن هارون بن سليمان بن مندو بن زبرڪش بن لولاڪ بن ارڪوان بن نورالله بن بديع الزمان بن امير حمزه [بياض سانگي].


صوبدارخان شهيد
(بن بهرام خان شهيد بن شهداد خان)
مير فتح علي خان
مير غلام علي خان
مير كرمعلي خان 'كرم'
مير مراد علي خان 'علي'
مير فتح علي خان (ثاني)
مير محمد علي خان
مير مير محمد خان
مير شاهنواز خان
مير نور محمد خان
مير محمد نصير خان 'جعفري'
مير حاجي محمد خان
مير يار محمد خان
مير محمد حسن علي خان 'حسن'
مير عباس علي خان 'مومن'
مير شهداد خان 'حيدري'
مير محمد حسين علي خان 'حسين'
مير عبدالحسين خان "سانگي"
(١٨٥١-١٩٢٤ع)
مير احمد حسين خان
مير حاجي نور محمد خان
مير خدايار خان
مير ايزد يار خان
مير احمد يار خان
مير محمد بخش خان
غلام علي خان
مير علي بخش خان
عباس علي خان
حسن علي خان
عبدالحسين خان
احمد حسين خان
مراد علي خان
امير علي خان
محمد علي خان
نور محمد خان



سرڪار بلند آثار هز هائنس
مير عبدالحسين خان سانگي

## سانگي جو اولاد



| حسن علي خان | احمد يار خان | خدا يار خان |
|---|---|---|
| بن | بن | بن |
| مير خدا يار خان | مير عبدالحسين خان | مير عبدالحسين خان |



ديوان سانگي جلد ٽئين جو ديباچو

(دستخط سانگي)

فارسيءَ جو شاعر هو ۽ 'علي' سندس تخلص هو. خوشنويسن کي آوازيائين ۽ خوشخط ڪتاب لکارائي پنهنجي ڪتبخاني جي زينت وڌايائين. تاريخ ٦-جمادي الثاني سنه ١٢٣٩هه/١٨٢٣ع ۾ وفات ڪيائين. ڪانئس پوءِ سندس ٻه فرزند 'سرڪار عالي مدار' مير نور محمد خان ۽ عبدالحسين خان جو ڏاڏو 'سرڪار فيض آثار' مير محمد نصير خان حڪمران ٿيا. مير محمد نصير خان پڻ علم دوست ۽ علم پرور هو: فارسيءَ جو وڏو شاعر هو ۽ 'جعفري' سندس تخلص هو. محرم سنه ١٢٥٩هه/فيبروري ١٨٤٣ع ۾ جڏهن انگريزن سنڌ تي غاصبانو قبضو ڪيو ته مير محمد نصير خان کي سندس ٻن فرزندن مير محمد حسين علي خان ۽ عبدالحسين خان جي والد مير عباس علي خان ۽ ٻين ميرن سميت قيد ڪري جلاوطن ڪيائون.

آزاد سنڌ جي هنن آخرين حڪمرانن کي هڪ سال کان وڌيڪ عرصي تائين قيد و بند جي حالت ۾ هڪ شهر کان ٻئي شهر تائين منتقل ڪري، انگريزن بالآخر کين وڃي ڪلڪتي ۾ نظربند ڪيو. اسيريءَ واري انهيءَ توهين آميز ۽ تڪليف واري سفر کي مير محمد نصير خان پنهنجي هڪ دردپري فارسي مثنوي ۾ منظوم ڪيو آهي، جنهن ۾ ڄاڻايو اٿس ته: اول بمبئي پهتاسون جتي هڪ مهينو رهياسون:

نخستين چون در مبئي آمديم  يکي ماه آن جايگه دم زديم

ان بعد کين آتان ڪنيائون ۽ سندن هڪ رات بتيلي ۾ سمنڊ جي اٿانگن لوڏن ۽ لهرين ۾ گذري. پوءِ هو پن-ويلي بندر تي پهتا جتي هڪ ڏينهن رهيا. اتان کين پوني وٺي ويا جتي ٻه ڏينهن ۽ راتيون رهيا. 'پوني' مان کين 'ساسور' پهچايائون جتي هڪ سال کن تائين هڪ بنگلي اندر پهري هيٺ رهيا. هن بنگلي کي ٻارهن ڪمرا هئا، مير محمد نصير خان ۽ سندس ننڍو پٽ مير عباس علي خان ٻئي ڏهين نمبر ڪمري ۾ گڏ رهيا. سال کن بعد وري کين اتان ڪنيائون ۽ پوني آندائون جتي ٻه ڏينهن ۽ راتيون رهيا. اتان کين 'پن-ويلي' بندر تي وٺي آيا جتي ٽي ڏينهن رهيا. ان بعد کين هڪ آگبوٽ ۾ چاڙهيائون جو ٻن هفتن جي سفر بعد ڪلڪتي پهتو جتي مير صاحبن کي 'دمدم' ۾ نظربند ڪري رهايائون.

مير محمد نصير خان هڪ خوددار محب وطن هو. اسيريءَ واري حالت ۾ به نه ڪنهن انگريز آفيسر جو سلام ڪيائين ۽ نه انگريزن جي ڪا امداد قبول ڪيائين؛ بلڪ سنڌ تي انگريزن جي غاصبانه قبضي تي نوحه خواني ڪندي، قيد و بند جي مجبور زندگيءَ جا ٻه سال کن ڪاٽي، ٧-ربيع الثاني سنه ١٢٦١هه/١٨٤٥ع، ڪلڪتي ۾ وفات ڪيائين.

## ڪلڪتي ۾ ولادت ۽ ٻالجتيءَ وارو زمانو.

والد جي وفات بعد سندس فرزندن نئين ماحول سان نباهڻ جي ڪوشش ڪئي. مير عباس علي خان چار سال کن پوءِ سنه ١٨٤٩ع/١٢٦٥هه ۾ اتي جي هڪ انگريز خاتون معروف به 'بيبي بلقيس' سان شادي ڪئي. غم غلط ڪرڻ لاءِ شڪار کي پنهنجي وندر بڻايائين، ۽ 'سندربن' جي ٻيلي ۾ سندس

شينهن جي شڪارن جي شهرت عام ٿي وئي. ماحول مطابق مير عباس علي خان هائي خوش گذارڻ لڳو. بيبي بلقيس جي بطن مان سنه ۱۸۵۱ع/۱۲۶۸هه* ۾ ڪيس مير عبدالحسين (سانگي) ڄائو، ڪٽنب جي خوشيءَ ۾ وڌيڪ واڌارو ٿيو. ڪلڪتي ۾ سندس ولادت واري انهيءَ ياد ۾ ئي اوڙ 'سانگي' چيو ته:

پيارج پرت جو پيالو، الايا ايها الساقي

اسان جو ملڪ بنگالو، الايا ايها الساقي!

ننڍڙي صاحبزادي جي جمڻ واري خوشيءَ جو جلدئي خاتمو ٿي ويو، جو سندس ولادت کان چ ڏينهن کن پوءِ سندس والده بيبي بلقيس وفات ڪئي ـ "سرجي تان سور، ساماڻي ته سک ويا!" عبدالحسين خان اڌ يتيم ٿي ويو. گهرو زندگيءَ ۾ آسانيءَ خاطر، مير عباس علي خان پوءِ ڪلڪتي جي هڪ معزز گهراڻي مان شيخ عبدالعلي صاحب جي ڌيءَ سان شادي ڪئي، جنهن مان مير احمد حسين خان ڄائو ۽ گهرو زندگيءَ ۾ وري توازن پيدا ٿيو. عبدالحسين خان پنجن سالن کن جو ٿيو ته تربيت خاطر سندس والد کيس پاڻ سان گڏ رکڻ لڳو. گهر کان ٻاهر اوطاق ۾، شهر ۾، توڙي شهر کان ٻاهر شڪار ۾ اڪثر پنهنجي والد سان گڏ هوندو هو. والد جي شفقت ۽ محبت سببان هن اڌ يتيم صاحبزادي جا ڪي ڏينهن اچا قدري سکيائي مس ٿيا جو والد جو سايو پڻ سندس سر تان کڄي ويو ۽ هو هميشه لاءِ سچو يتيم بنجي ويو. انهيءَ ڪري ئي پوءِ 'سانگي' پنهنجي اولاد کي ٻڌائيندو هو ته: 'ابا! اسين ڇتين جا ڇورا آهيون.'

سندس والد مير عباس علي خان جي وفات جو دردناڪ منظر تادم حيات عبدالحسين خان جي اکين آڏو رهيو، جنهن جو ذڪر سالن کان پوءِ خود پاڻ پنهنجي زباني بيان ڪيائين، جنهن کي سندس دوست مير گل حسن خان خيرپوري هن طرح قلمبند ڪيو:

"اتي (ڪلڪتي ۾) هائي منهنجي عمر چئن- پنجن سالن جي آهي، چاچو (مير حسن علي خان) سندم الائي ڪنهن پاسي آسهيو هو. ٻاهر هڪ ڏينهن شينهن جي شڪار تي هليو، مون کي به ساڻ ڪنيائين. ٻيڙيءَ ۾ ٻيا وڃون، آءٌ ساڻس گڏ ٻيڙيءَ ۾ وينل هوس، 'سندر بن ٻيلي' پهچڻ لاءِ ٻيڙي مهاڻا ڇڪيندا ٿي ويا ۽ ننڍو پاڻي هو، جنهن ۾ مرغابيون وينل هيون. مير صاحب مرغابين جو شڪار ڪرڻ لڳو، بندوق رکيل هئي ۽ مئيگزين ڇهن ڪانن سان پربل هئي. مير صاحب ڏنو ٿي پکين ڏي، ۽ بندوق هٿ سان پاڻ ڏي ڇڪيائين. مجال ته بندوق ٺڪاءُ ڪيو، پوءِ مون ته مير صاحب جي واتان هي لفظ ٻڌا "الله!"

---

*سانگيءَ جي ولادت جي تاريخ معلوم ناهي، مگر سال ۱۸۵۱ع مشهور آهي. هيٺ خود 'سانگي' جي زباني سان ظاهر آهي ته سندس والد جي وفات (اپريل ۱۸۵۷ع) وقت، هن پاڻ کي 'چئن- پنجن' سالن جو ٿي سمجهيو جنهن مان گمان لڳي ٿو ته غالباً سال ۱۸۵۱ع جي بلڪل آخر ۾ ڊسمبر ڌاري ڄائو هوندو ۲۰- ڊسمبر ۱۸۵۱ع اندازاً برابر ۱۳- صفر ۱۲۶۸هه. جي هئي ۽ ٿي سگهي ٿو ته ۱۳- صفر جي نسبت سببان پڻ سانگيءَ جو رجحان حضرت شاهه عبداللطيف ڏانهن ٿيو هجي.

منهن ۽ مٿو به ڦيرايائين پر چا ڏسان ته مير جو مٿو ڦاٽي پيو آهي، ۽ رت جا ڦوهارا وهيا ۽ مان سندس رت ۾ پرجي ويس. نوڪر چاڪر رجوع ٿيا. هن واقعي جانگداز ۾ منهنجي خبر ڪير لهي! آءٌ (١) خوف ڪان پيڙيءَ مان لهي پائيءَ جي ڪپ ۾ پچند و وتان (٢) ۽ ڪپ ۾ پرجي ۽ لٿڙجي پيس. گهڻي مهل ڪان پوءِ مون کي ماڻهن سنڀاليو ۽ آڻي ويهاريائون. بابم اني فوت ٿيو ۽ بندوق جا ڇهه ٿي ڪان هڪدم سڀ ميرصاحب جي دماغ ۾ لڳا، ۽ مٿو ڇيهون ڇيهون(٣) ٿي ويو. ا. هه."

اهو هولناڪ واقعو ١١-تاريخ رجب سنه ١٢٧٣هه/اپريل ١٨٥٧ع تي پيش آيو. منشي نورمحمد 'جوهري'(٤) ميرصاحب جي وفات تي هڪ تاريخي قطعو چيو، جنهن جو پهريون ۽ پويون شعر معنيٰ خيز آهن:

> آه از فلڪ سفله و غدار ستمگر هر رنگ بنيرنگ ڪز و گردد معلوم...
> باحيف و تاسف بشنيديم ز هاتف مي گفت ڪه"گنجينه سخاي شد معدوم"
> ١٢٧٣

ان وقت مير عبدالحسين خان جي عمر غالباً ڇهه سال ڪن هئي. سندس ڀاءُ احمد حسين خان ته اڃان ننڍو هو. هن حادثي بعد سندس چاچي مير محمد حسن علي خان پنهنجن ننڍڙن يتيم ڀائٽين جي پرورش ڪئي. عبدالحسين خان جي تعليم ۽ تدريس لاءِ اتي جي هڪ عالم، فاضل، شاعر ۽ ڪاتب مرزا حسن علي عرف مرزا بزرگ "وفا" ابن سيد مير علي معروف به 'مولين قلم' کي مقرر ڪيائين. عبدالحسين خان جي ابتدائي تعليم قرآن شريف ۽ فارسي سان شروع ٿي، پر اڃان ابتدائي تعليم جو دؤر ختم ني نه ٿيو هو جو ڪلڪتي مان ميرن صاحبن جي سنڌ ڏانهن واپسي شروع ٿي.

سال ١٨٥٩ع ۾ ڪلڪتي مان اسيرن کي انگريزن جي قيد مان نجات ملي، ۽ پهريائين مير صاحب حاجي محمد خان (مير محمد نصير خان جو پاءُ) حيدرآباد پهتو، ۽ درياءَ لڳ انگريزن جي ڪئمپ واري اراضي لڳ بنگلو ٺهرائي اتي سڪونت اختيار ڪيائين. اهو بنگلو پوءِ "ڪانپ وارو بنگلو" سڏجڻ لڳو. ان بعد ٻيا مير صاحبان سنڌ ڏانهن موٽڻ لڳا، پر مير محمد حسن علي خان کي پنهنجي ذاتي جائداد جي سنڀال ۽ نيڪال لاءِ ڪجهه عرصو ڪلڪتي ۾ رهڻو پيو. انهيءَ ڪري جڏهن سندس سوٽ مير محمد حسين علي خان (بن مير نورمحمد خان) سنڌ ڏانهن سنبت ڪئي ته مير عباس علي خان مرحوم جي عيال کي ساڻس گڏ روانو ڪيائين. صاحبزاد و عبدالحسين خان، صاحبزاد و احمد حسين خان(٥)، احمد حسين خان جي امڙ ۽ سندس ڀاءُ شيخ عبدالعلي-اهي سڀئي مير محمد حسين علي خان سان گڏ سنه ١٨٥٩ع ۾ حيدرآباد پهتا. عبدالحسين خان جي عمر ان وقت آٺ سال ڪن هئي.

---

(١) اصل عبارت ۾: مان. (٢) اصل: چرپيو پچند و وتان. (٣) اصل عبارت ۾: ڇيهان ڇيهان (مير گل حسن خان جو اتراڏي لهجو). (٤) 'جوهري' سندس تخلص هو. پراڻن ڪالن جو ويٺل هو، ۽ خدمت لاءِ ميرن صاحبن سان ڪلڪتي ۾ گڏ هو. (٥) صاحبزاد و احمد حسين خان، ڏهن سالن جي عمر جو ٿيو جو حيدرآباد ۾ گذاري ويو ۽ ميرن جي قبن تي دفن ٿيو

## ننڍپڻ ۽ تعليم.

حيدرآباد پهچڻ بعد مهرواڻين ٽنڊي يوسف ۾ محمد يوسف خدمتگار(۱) جي حويلي ۾ اچي ر
گهر ۾ عبدالحسين خان جي پرورش سنڌس ڏاڏي بيبي شهربانو(۲) جي حوالي ٿي. حويليءَ ۾ انهن
اوائلي آمد جي ڳالهه خود مير عبدالحسين خان پنهنجي دوست مير گل حسن خان کي هن طرح ٻڌائي

”جڏهن آءٌ هت آيس ته حرم سراءِ ۾ ڏاڏي صاحبه وٽ مون کي وٺي آيا. ڇا ڏسان ته
مرد ماڻهو ته ميرن صاحبن مان،آهي ڪونه، باقي زنانو عالم ديره‌جات مير صاحبن جا گهڻا
ويٺا آهن. مون کي پاڻ وٽ ويهاريائون ۽ پڇڻ لڳيون ته: بابا! اسان کي ٻڌاءِ ته
اسان مان تنهنجا عزيز قريب ۽ ويجها مائٽ ڪهڙيون آهن؟ مون ڏسي چيو ته: اهو
پنهنجا مائٽ ته اتي ڪلڪتي ۾ ڇڏي آيو آهيان. منهنجي ايتري ڇوٽ تي اچي ٻين ۾
روڄ ۽ راڙو پيو، جنهن جي حد نه هئي ۽ نه حساب“(۳).

بيبي شهربانو، مير عباس علي خان جي امڙ ۽ عبدالحسين خان جي سڳي ڏاڏي هئي جنهن کيس نها
پيار ۽ محبت سان سنڀاليو. وڏڙيون سمهڻ وقت ٻارڙن کي ڳان تي ڪارا ٽڪا ڪنديون هيون
محسوس نه ٿئي. هڪ ڏينهن صبح جو عبدالحسين خان آرسيءَ ۾ اهي ڪارا ٽڪا ڏسي پڇيو ته
’ڏاڏي! مون کي ڪارو ڇو ڪيو اٿئي؟‘ چيائين ته: ’ابا، جيئين شال! توکي ڪارو ڪونه ڪيو اٿ
اهي ٽڪا انهيءَ لاءِ ڪندا آهيون ته محسوس نه ٿئي.‘ هڪ ڏينهن مير صاحب آر ڪندي ڏاڏ
کي چيو ته: ’مون کي آنو ڏيو.‘ بيبي صاحبه اهو لالو سمجهي نه سگهي ۽ پاڻ رئندو رهيو.
نوڪرياڻي بازار مان جڏهن پاڇيون آنديون ته ٽانا به شامل هئا، جن کي ڏسي عبدالحسين خ
چيو ته: ’انهن جي پاڇي ڏيو‘. بيبي صاحب چيو ته: ’ابا، صدقي ٿيان! اها جي خبر هجيم ها
’آنو‘ ٽانا آهن ته توکي ڪو ايترو رئاريان ها!‘(۴) پالجتيءَ وارين انهن يادگيرين ک
سانگي مرحوم پنهنجي شعر ۾ بيان ڪيو ته:

بيشڪ جي هئا بنگالي ۾، مهٽا سي سردار مون کي ياد پون ٿا
ٽنڊي يوسف جي ۾ ڏٺاسون، اوهي ئي اسرار مون کي ياد پون ٿا

بيبي شهربانو صاحبه عبدالحسين خان کي پڙهائڻ لاءِ آخوند مقرر ڪيو(۵). مائي نرگس شيدياڻي(۶) کيم
آخوند وٽ پڙهائڻ لاءِ وٺي ويندي هئي. جيڪڏهن صاحبزادي کي استاد طرفان تنبيهه ٿيندي هئي ته مائي نرگس

---

(۱) محمد يوسف خدمتگار، مير غلام علي خان جي فرزند مير مير محمد خان جو ٽيج شريڪ هو، جنهنڪري پوءِ مٿس
اها مهرباني ٿي جو سنڌس نالي پويان مشهور ٽنڊي يوسف واري اراضي کيس بخش ٿي، جتي پنهنجي حويلي قائم
ڪيائون. (۲) مير محمد نصير خان جو پيو ديرو ۽ مير عباس علي خان جي والده، جا ڪريمداد خان مري (ويٺل ڳوٺ
مير حسن خان مري لڳ ٽنڊو آدم) جي ڌيءُ هئي. (۳) مير گل حسن خان جي تاليف ڪيل ٽالپور اميرن جي
تاريخ (قلمي) مان مرزا گل حسن جو نقل ڪيل اقتباس. (۴) سانگي مرحوم جي زباني (روايت مير عباس علي خان)
(۵) غالباً آخوند شفيع محمد شيرازي جو حيدرآباد جي شيرازي آخوندن مان هو. (۶) مير محمد نصير خان جي خادم
۽ مير عبدالحسين خان جي والد مير عباس خان جي دائي هئي.

کي ڪاوڙ چڙهي ويندي هئي، ۽ ڀيڻي صاحبہ کيس ٿڌو ڪندي هئي. هڪ ڀيري آخوند ڪاوڙ سان عبدالحسين خان کي تسبيح هنئي، ۽ کيس مڇين جا پلي تي نشان ٿي پيا. مائي نرگس انهيءَ تي اچي مٽي، پر ڀيڻي شهربانو سمجهايس تہ: 'استاد جي ڪاوڙ حقيقت ۾ دعا آهي'. الين چئي هڪ سهڻو تحفو سنباهي مائي نرگس هٿان آخوند ڏي ڏياري موڪليائين. آخوند صاحب هن وڏي نظر ۽ قدردانيءَ کان گهڻو متاثر ٿيو، ۽ عبدالحسين خان جي تربيت ڏانهن دلي توجهہ ڏيڻ لڳو.

سال ١٨٦٣ع ۾، جڏهن عبدالحسين خان جي عمر ٻارهن سال کن هئي تہ سندس چاچو مير محمد حسن علي خان بہ واپس سنڌ موٽي آيو، ۽ اچي پنهنجي چاچي مير حاجي محمدخان سان گڏ رهيو. ان بعد گورنمينٽ کان خاص گرانٽ منظور ڪرائي، موجوده ٽنڊي مير نورمحمدخان وارو بنگلو (جو اجا تائين سلامت آهي) ٺهرايائين ۽ اتي سڪونت اختيار ڪيائين. جڏهن عبدالحسين خان جي ڏاڏي ڀيڻي شهربانو ٽنڊي يوسف ۾ وفات ڪئي تہ مير محمد حسن علي خان کيس گهرائي پاڻ سان گڏ رهايو.

عبدالحسين خان ابتدائي تعليم وارو دؤر ختم ڪري چڪو هو، ۽ هاڻي مير محمد حسن علي خان سندس اعليٰ تعليم ۽ تربيت جو انتظام ڪيو. انهيءَ لاءِ پراڻن هالن جي مشهور ساموئي آخوندن مان آخوند احمد صاحب کي خاص طرح سان مدعو ڪيائين. آخوند صاحب عربي ۽ فارسي جو چاڻو هو ۽ پڻ اديب ۽ شاعر هو. آخوند صاحب اچي حيدرآباد ۾ رهيو ۽ صاحبزادي جي تعليم ڏانهن پورو پورو توجهہ ڏنائين. مير محمد حسن علي خان کي عبدالحسين خان جي تعليم جي گهڻي اون رهندي هئي. البت مير صاحب طرفان آخوند صاحب لاءِ مقرر ڪيل وظيفو شايد ايترو ڪافي نہ هو، جو بالآخر آخوند صاحب هڪ "عريضہ منظوم بجناب حضرت بندگان مير صاحب مير محمد حسن علي خان دام اقباله" جي عنوان سان لکيو، جنهن جو مطلعو هو:

مير سا ماهِ کرم مهرِ جلال　　　　باء بي رويش لباشد ماه و سال

هن منظوم عريضي ۾ مير صاحب کي "اضافهٔ قوت" لاءِ استدعا ڪيائين ۽ پڻ کيس تسلي ڏنائين تہ صاحبزادو (عبدالحسين خان) پنهنجو پورو توجهہ تعليم ڏانهن ڏيئي رهيو آهي:

'احمدي' از عجز گشته ملتمس　　　　التماسش شد قبول از امتثال

مير صاحب باسعادت خضرِ عمر　　　　روز و شب دارد بخواندن اشتغال

بهرحال، عبدالحسين خان جي تعليم آخوند احمد صاحب جي زير نظر پوري ٿي. مير صاحب هميشه آخوند صاحب کي 'استاد' جي عزت ڀري خطاب سان ياد ڪندو هو(١). انهيءَ تعليم واري دؤر ۾ عبدالحسين خان کي نہ فقط فارسي زبان ۽ ادب تي چڱي خاصي دسترس ٿي، پر آخوند صاحب جي شاعرانہ ذوق جو پڻ مٿس اثر پيو ۽ سندس طبع شاعريءَ ڏانهن مائل ٿي. بعد ۾ عبدالحسين خان جڏهن وڏي چڙهيو

(١) ڏسو ڪليات صفحو ٥٣٣

۽ عشق ۽ درد جي ماحول سان آشنا ٿيو ته سندس شاعرانه ذوق جي وڌيڪ آبياري ٿي ۽ شاعر سندس جذبات ۽ احساس جي اظهار لاءِ هڪ موثر ذريعو بڻي.

عبدالحسين خان اڃان ننڍو ئي هو جو مير محمد حسن علي خان سندس تربيت خاطر کيس پنهنجي خاندان توڙي وڏن انگريز آفيسرن سان روشناس ڪرائڻ شروع ڪيو. حيدرآباد ۾ ڪمشنر ايندو ۽ ته ملاقات وقت فقط پنهنجي پيائيٽي عبدالحسين خان کي ئي پاڻ سان وٺي ويندو هو. شڪار تي به عبدالحسين خان کي پاڻ سان گڏ 'مهراڻ جي ڪيٽيءَ' ۾ وٺي ويندو هو، الهيءَ ڪري مهراڻ جي ڪيٽيءَ جي ماحول سان عبدالحسين خان جي ننڍي هوندي کان ئي دل لڳي وئي. وڏو ٿيو ته پنهنجي چاچي مير محمد حسن علي خان جي پاران پنهنجي خاندان جهڙوڪ پنهن مير صاحبن، ٽالپر ۽ پٽ شاهه جي سادات وٽ اچڻ وڃڻ لڳو. پنهنجي والد جي وارث جي حيثيت ۾ کيس 'هزهائنس' جو خطاب پڻ سال ١٨٦٩ع کان اڳ ملي چڪو هو(١). عبدالحسين خان سڀني ميرن ۾ ننڍي ۾ ننڍو ۽ آخري 'هزهائنس' هو، ۽ اڄ سؤ رپيا پينشن سندس واسطي منظور ٿيل هئي.

جڏهن عبدالحسين خان سترهن-ارڙهن سالن جو ٿيو ته مير محمد حسن علي خان گرانٽ منظور ڪرائي سندس واسطي پنهنجي بنگلي کان اتر-اولهه طرف درياءَ جي پرسان هڪ جدا بنگلو جوڙايو جو گول نموني تي بناءِ ڪيل هو. ان ۾ هيٺ پنج ڪمرا هئا ۽ مٿان ماڙي هئي، جنهن ۾ هڪ وڏو شاهي ڪمرو هو. اهو درياءَ وارو بنگلو "ڪَتو رِيتن وارو"(٢) يا "نارن وارو" سڏجڻ ۾ آيو. مير عبدالحسين خان پنهنجي چاچي جي اجازت ۽ دعا سان وڃي پنهنجو اهو نئون بنگلو وسايو. سندس جوانيءَ وارو دؤر الهيءَ بنگلي ۾ شروع ٿيو.

## نوجواني ۽ نينهن

عبدالحسين خان جي عمر هينئر اوڻيهه سال کن هئي. حڪومت طرفان کيس 'هزهائنس' جو خطاب اڳ ملي چڪو هو پر هاڻي عشق جي دربار مان محبت جي مهر سان کيس 'عاشقي' جي سند عطا ٿي. هڪ ڀيري مهراڻ جي ڪيٽي ۾ شڪار تي ويو ۽ کيس اڃ لڳي. پرسان ملاحن جا گهر هئا ۽ پاڻي گهرايائون ته ملاحن مان هڪ سهڻي، سداسلوڪ ڇوڪري نهايت ناز ۽ نياز سان اچي کين پاڻي پياريو. ان ڇوڪريءَ جو نالو حاجران هو. هوءَ ملاحن مان ۽ اڃا هئي به ننڍي، پر سندس بخت وڏو ۽ ناز و انداز نرالو هو. عبدالحسين خان سمجهي ويو ته:

اهي محبوب نوخيزا سڄو عالم نچائيندا
پرت مان نينهن جا نورا جڏهن پيرن ۾ پائيندا

---

(١) آسٽريليا ۾ "ڊيوڪ آف ايڊنبرو" تي حملو ٿيو پر سندس حياتي بچي وئي جنهن تي ميرصاحبن طرفان راڻي وڪٽوريا ڏي مبارڪ جو خط ويو. ان جو جواب مورخ "انڊيا آفيس لنڊن ٣-مارچ ١٨٦٩ع" اسان جي نظر مان گذريو، جنهن ۾ مير محمد حسين علي خان، مير محمد حسن علي خان، مير حاجي محمد خان، مير شاهنواز خان ۽ مير عبدالحسين خان جا نالا "هزهائينس" جي خطاب سان لکيل هئا. (٢) ڪتو ريتن جا وڻ بنگلي ۾ هئا.

بس حاجران جي صورت سندس سيني ۾ هُري وئي. عبدالحسين خان 'مهراڻن جي ڪيٽي'(۱) ۾ شڪار لاءِ ويو ايندو هو، مگر هن ڀيرا ملوڪ صيّاد خود کيس شڪار ڪري ڇڏيو هو:

"ساڻ آهيان شڪار ٿيو ھاڻي 'سانگي' کھڙو وجي شڪار ڪريان!"

ڏينهون ڏينهن حاجران جي صورت ۽ سيرت ۾ ٻئي اضافو ٿيو، ۽ جيئن پوءِ تيئن عبدالحسين خان جي دل سندس اختيار مان نڪري حاجران جي حوالي ٿيندي ٿي وئي. حاجران جي ناز و انداز سان گڏ هن لاڪيٽي جا لکڻ پڻ لک جا هئا. عبدالحسين خان هن سونهن پريءَ جي ذاتي اخلاق ۽ فضيلت کان وڌيڪ متاثر ٿيو:

"حسن سوهي نڪا ڪرشمه و ناز دل گرفتار وضع ڪئي يڪبار"

اهڙيءَ طرح سڪ ۽ سوز جا سلسلا وڌندا ويا تان جو نوبت اچي محبت جي انتهائي منزل تي رسي، ۽ بالآخر جڏهن عشق عقل تي غالب پيو ته عبدالحسين خان بہ پنهنجي محبوب کي ملاحن مان وٺي اچي پنهنجي بنگلي جي سانئڻ بنايو. سندس چاچي مير محمدحسن علي خان باوجود پنهنجي عالي نسب جي احساس جي محبت جو مانُ رکيو ۽ ملاحن جون مڙيئي گهرون پوريون ڪيائين ته جيئن عبدالحسين ۽ حاجران جي وچ ۾ وڇوڙو نہ پوي.

عبدالحسين خان کي 'هزهائنس' جي سڪٽي لقب مان ڪي ڪين سريو جو بالآخر چٽي ڏنائين ته:

پينگ جا آهيون اسين، واه مزا هزهائينس
رڃ جا آهيون اسين نامِ خدا هزهائينس!

پر هن عاشقي جي پرواني کيس مالامال ڪري ڇڏيو:

"هر معرڪي ۾ نام و نشان تنهن ڪيو منهنجو
'سانگي' سو اسان تي آهي احسانِ محبت"

عبدالحسين خان کي عشق طرفان وڏو انعام مليو جو بيبي حاجران حويليءَ ۾ آئي. سندس اچڻ سان يتيم ۽ اڪيلي عبدالحسين خان لاءِ ورهين کان پوءِ في الحال وري سکن ۽ خوشين جا دروازا کلي ويا.

نوجواني ۽ خوسيءَ واري هن لئين ماحول ۾ عبدالحسين خان جو گهڻو وقت پنهنجي ساٿي ۽ سچي سان ٿي گذريو. جيتوڻيڪ هو هينئر جدا بنگلي ۾ ٿي رهيو، مگر پنهنجي چاچي مير محمدحسن علي خان جي خدمت ۽ حاضريءَ کي عين سعادت ٿي ڄاڻائين؛ سندس اجازت کان سواءِ ڪيڏانهن بہ ڪونہ ويندو هو. هن کان اڳ سڪ ۽ سوز واري ماحول ۾ حضرت شاهه عبداللطيف جي رسالي سان سندس محبت شروع ٿي چڪي هئي ۽ جڏهن اڪيلو هوندو هو ته گهوڙي تي سوار ٿي رات ٿي رات حضرت شاهه صاحب جو راڳ ٻڌي، صبح جو واپس وري ايندو هو. سندس اهو سلسلو جاري رهيو،

(۱) ميهراڻي ذات جا، جن جي ناڻي پوڻان 'ميهراڻن جي ڪوٺي' سڏجڻ لڳي. ڪوٺي درياءَ جي اوريان ('پرندي' 'ڪاري ڪوهي') جي پريان هئي.

۽ هيٺئر هو پنهنجي حاجران سان گڏ رات جو گهوڙن تي سفر ڪري جمعي جي رات جو راڪَ پڙي صبح جو وري اچي حيدرآباد پهچندو هو. مير محمد حسن علي خان وڏي عمر سبيان پاڻ شڪار تي ڪهڻ ويندو هو. وقت جي رواج موجب مير صاحب جن طرفان ڪمشنر يا ٻين اهڙن معزز مهمانن ڏي پڪل گوشت وغيره طعام جا خوانچا رسمي مهماني طور ويندا هئا؛ ان لاءِ عبدالحسين خان کي شڪار لاءِ موڪليندو هو ته هو پنهنجي پياري حاجران سان گڏ 'مهراڻ جي ڪنڌيءَ' ۽ 'گهاري' ڏانهن ويندو هو. محبت جي انهيءَ پرلطف ماحول ۾ عبدالحسين خان 'مهراڻ جي ڪنڌي' ۽ 'گهاري' کي حافظ شيرازي جي 'مصلّيٰ' ۽ 'رُڪناباد' کان به وڌيڪ ٿي سمجهيو:

آءٌ 'مهراڻ جي ڪنڌي' سان ۽ 'گهاري' سان نہ مٽ پانيان
ڪنارِ آب رڪناباد و گلگشتِ مصلّيٰ را

انهن محبت وارن ماڳن جون يادگيريون ڪيس پوءِ عمر تائين ڪين وسريون:

'رڪن آباد' کان بہ راحت بخش — سير 'گهاري' جي هو ڪنارن جو
هي اها آهي 'ڪنڌي مهراڻي' — شغل جنهن ۾ رهيو شڪارن جو

پر ڪنهن ٿي ڄاتو تہ اهي خوشين جا ڏينهن ايترو جلد ختم ٿي ويندا. چار سال پورا بہ ڪين گذريا تہ سداملوڪ ۽ سلڇڻي حاجران خناق جهڙي موذي مرض ۾ مبتلا ٿي تاريخ ٢٤- رمضان ١٢٩١هه (١٨٧٤ع) تي عبدالحسين خان کان هميشه لاءِ موڪلائي وئي. عبدالحسين خان جي حضرت شاهہ عبداللطيف سان خاص عقيدت هئي ۽ پاڻ توڙي حاجران ٻئي شاهہ جا پانڌيڙو هئا. انهيءَ ڪري هن حاجران جو جنازو ڪڻائي وڃي ڀٽ شاهہ تي حضرت شاهہ عبداللطيف جي روضي جي ڇانو ۾ دفنايو. سندس استاد آخوند احمد صاحب ۽ ٻين هن دلگداز صدمي ۾ عبدالحسين خان جي دلجوئي ڪئي. آخوند صاحب مائي صاحبہ جي وفات تي فارسيءَ ۾ هيٺيون تاريخي قطعو چيو(١):

"تاريخ رحلت مرحومه مائي صاحبہ پرستار بندگان مير صاحب مير عبدالحسين خان طولعمره"

فضل حق بي بها بهانه طلب — معترفِ رازِ لطف حسنِ ادب
مي دهد مي برد گناهش را — اين نه دوراست هم زرحمتِ رب
کرد رحلت به بست و چارصيام — رحمت حق نه گرچه کرد سبب
بي سبب هرچه را کرا خواهد — مي دهد از کرم بغير تعب
با سرِ کسرب سال رحمت او — "مرقدش وه جوارشه صاحب"

١٢٧١ + ٢٠ = ١٢٩١ — ک = ٢٠

هن دردناڪ واقعي وقت عبدالحسين خان جي عمر ٽيويهہ سال کن هئي. سندس ننڍپڻ يتيميءَ ۾ گذري تہ نوجواني سورن جا سامان ڪٺي آئي: 'سرجي تہ سور، ساماڻي تہ سک ويا،' سڄڻ جي جدائي جو بار ڪٿي ڳرو هو سو ڪيس ڪٺو پيو:

(١) هي قطعو آخوند احمد خان صاحب جي پنهنجي هٿ لکيل بياض تان نقل ڪيو ويو.

سچ آهي سنگِ سخت کان انسان سنگدل
جن ريءَ نہ دم سريو ٿي، سو 'سانگي' سريو سريو

عبدالحسين خان کي زندگي جي بي ثباتي جو سبق ملي ويو ۽ سڄڻ جي جدائي ۾ هاڻي هو سانگ ڪري "سانگي" ٿيو. جڏهانڪر حسين حاجران ڏانهن سندس دل مائل ٿي هئي تہ عبدالحسين خان پنهنجي محبت جي جذبات کي منظوم ڪرڻ شروع ڪيو هو، پر هاڻي هن فراق بعد 'سانگي' جي تخلص سان پرسوز ڪافيون چوڻ شروع ڪيائين. سڄا سارا ٻہ سال اهو درد ۽ سوز وارو سمان طاري رهيو، جنهن ۾ 'سانگي' ڪافين جي ورونهہ سان پنهنجي دل وندرائي:

واه سانگي ٿيو صبح جو، شغل ڪافين جو مٺو
درد وارن جي دلين تي ابر رحمت جو وٺو
لُڙ لڙا دل تان دمن ۾*

سنہ ١٢٩٣ھ (١٨٧٦ع) ۾ درد ۽ سوز جي انهيءَ دفتر کي 'سوز سانگي' جي نالي سان پورو ڪري 'سانگي' ڄڻ پنهنجي سوءَ لاٿي. ان بعد سندس زندگيءَ جو ٻيو دؤر شروع ٿيو.

## جواني ۽ سوٽ جواني وارو دور

ٻئي سال سنہ ١٨٧٧ع (١٢٩٤ھ) ۾ سانگي جي شادي ڊاڪٽر رائيٽ جي ڌيءَ سان ٿي. ان وقت سندس عمر ٢٧ سال ڪن هئي. هن شاديءَ بعد سانگي جي زندگي جو ٻيو دؤر شروع ٿيو جنهن ۾ سندس گهرو زندگي ۾ سڪون ۽ توازن آيو، ۽ سندس آئنده جي شغلن ۽ شوقن جو دائرو متعين ٿيو. گهر جي سنڀال ۽ اولاد جي پرورش، شڪار جو شوق ۽ شعر و سخن جو ذوق، هانرري مئجسٽريٽ جي حيثيت ۾ مقدمن جا نبيرا ۽ خانداني معاملن جا فيصلا سندس عملي زندگي جا اهم پهلو بنيا، جن تي هيٺ قدري روشني وڌي وڃي ٿي.

گهرو زندگي، شادي ۽ اولاد. انگريز آفيسر ڊاڪٽر رائيٽ تنڊي الهيار ۾ سول سرجن هو، جنهن سان ڊپوٽي ڪلڪٽر مير گل حسن خان ٽالپور جي گهري واقفيت هئي. ٻئي طرف مير گل حسن خان جي مير عبدالحسين خان سان ٻڻ دوستي هئي(١). جيئن تہ مير عبدالحسين خان جي والده ٻڻ هڪ انگريز خاتون هئي، انهيءَ ڪري مير گل حسن خان جي مشوري سان ڊاڪٽر رائيٽ ۽ سندس گهرواري مير عبدالحسين خان کي پنهنجي نياڻي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. ڊاڪٽر رائيٽ کي چار نياڻيون هيون، جن مان وڏيءَ سان مير عبدالحسين خان جي شادي ٿي ۽ هو 'بيبي بلقيس' جي نالي سان سانگيءَ جي گهر جو سينگار بني. ان بعد مير عبدالحسين خان جي چوڻ موجب مير گل حسن خان ٻڻ ڊاڪٽر رائيٽ جي ٻي نمبر نياڻي عرف 'ميري بابا' سان شادي ڪئي(٢) ۽ پنهنجي دوست 'سانگي' جو سنڱيو ۽ پاڙيسري بنجي هميشہ لاءِ حيدرآباد ۾ سڪونت اختيار ڪيائين.

---

*ص ٣٩٢، ڪافي نمبر ٧٧. (١) ڏسو هيٺ "سانگي جا دوست ۽ صحبتي". (٢) جنهن ڪجھ عرصي بعد ويم وگهي وفات ڪئي.

سانگي جي زوجه 'بيبي بلقيس' وڏي بااخلاق ۽ باشعور خاتون هئي. اسلام اختيار ڪري مير صاحب سان شادي ڪئي هئائين؛ ۽ پوءِ قرآن شريف جو مطالعو ڪيائين ۽ اسلامي شريعت جي پابند ٿي. پنهنجي طرف پنهنجي خاوند جي خوشنودي ۽ آرام خاطر گهر جي انتظام کي باوجود مختصر آمدني جي اعليٰ معيار تي هلايائين. گهر کان ٻاهر مهراڻ جي ڪپتيءَ تائين مير صاحب سان رفاقت ڪري سندس شڪار جي شوق ۾ پاڻ کي شامل ڪيائين، ۽ پڻ سندس سکي 'سانگي' جي علمي ۽ ادبي ذوق ۾ پاڻ کي شريڪ ڪيائين. بهار، سانوڻ ۽ سياري ۾ ٻئي ڄڻا گڏجي وڃي مهراڻ جي ڪپتي ۾ ڪيم ڪندا هئا. حيدرآباد مان ٻئي ڄڻا ساڳي اٺ تي سوار ٿي نڪرندا هئا؛ مير صاحب پاڻ اٺ ڪاهيندو هو. اهڙيءَ طرح ڪپتيءَ واري ڪئمپ جي پُرلطف ماحول ۽ جهنگ جي ڪليل هوا ۾، پنهنجي رفيقه حيات سان گڏ سانگي جي شڪار جو شوق توڙي مطالعي ۽ شعرخواني جو ذوق پورو ٿيندو رهيو.

شادي کان ٻه سال کن پوءِ تاريخ ۷-صفر* ۱۲۹۶ھ/۱۸۷۹ع ۾ کين فرزند ڄائو جنهن جو نالو خدايارخان رکيائون. هيءُ سانگي جو پهريون صاحبزادو هو. سندس ولادت تي خوشيون ٿيون ۽ همعصر شاعرن تاريخي قطعا چيا(۱).

ان کان اڳ مير حاجي محمد خان تاريخ ۲۲-رمضان ۱۲۸۷ھ (جنوري ۱۸۷۱ع) تي وفات ڪري ويو هو. سندس بنگلو جو 'ڪاپ وارو بنگلو' سڏبو هو سو خالي پيو هو. هيڏانهن سانگي جي شادي ٿي ۽ مير خدايارخان ڄائو. اجان هو ٻارڙو هو جو توتن واري بنگلي ۾ جنهن ۾ سانگي رهندو هو بلائن جو آزار ٿي پيو؛ انهيءَ ڪري سانگي پنهنجي چاچي مير محمدحسن علي خان جي اجازت سان پنهنجي 'توتن واري بنگلي' مان هميشه لاءِ لڏي وڃي مير حاجي محمد خان جي 'ڪاپ واري بنگلي' ۾ ويٺو. اهو بنگلو 'وَنتري بندر' کان ڏکڻ طرف مٿي دڙي تي درياء جي ڪناري لڳ هو. گول نموني تي ٺهيل هو، ۽ ڪافي ڪشادو ۽ هوادار هو. ان 'ڪاپ واري بنگلي' ۾ ئي سانگي جو ڪٽنب وڌيو ويجهيو ۽ پڻ سندس زندگيءَ جو باقي سڄو دؤر گذريو.

مير خدايارخان جي ولادت کان پنج سال پوءِ سنه ۱۳۰۱ھ/۱۸۸۳ع ۾ سانگي کي ٻيو صاحبزادو ايزديارخان ڄائو(۲)، ۽ سندس ولادت تي پڻ همعصر شاعرن تاريخي قطعا چيا(۳). ان بعد وڏي عرصي تائين کين اولاد ڪونه ٿيو تان جو پنجاهه سالن کن جي عمر ۾ سانگي جي گهر ٽيون فرزند احمد يارخان ڄائو(۴). سنه ۱۹۰۸ع ۾ سندن فرزند مير خدايارخان کي پهريون پٽ مير عباس علي خان ڄائو ۽ سال بعد ٻيو پٽ مير حسن علي خان ڄائو. اهڙي طرح سانگي جو ڪٽنب وڌندو ويو، ۽ باوجود تنگدستيءَ جي شڪايتن حڪايتن جي سانگيءَ جي گهرو زندگي خير و عافيت سان گذرندي رهي.

---

* خيرمحمد فاروقي ڏي لکيل منظوم خط ۾ سانگي اها تاريخ لکي آهي (ڏسو ص ۴۰۴). (۱) ڏسو ضميمو-۲، ص ص ۵۲۹-۵۴۲. (۲) مير عباس علي خان جي روايت موجب، مير خدايار خان جي ولادت بعد ڄاڙا ٻار ڄاوا هئا، جن مان غالباً هڪ ايزد يار خان هو جو سلامت رهيو مگر پوءِ ٿوري عرصي بعد گذاري ويو. (۳) ڏسو ضميمو-۲، ص ص ۵۴۴-۵۵۶. (۴) مير عباس علي خان جي روايت موجب، ويهن سالن جي وٿي کان پوءِ وري مير احمد يار خان ڄائو.

شڪار جو شوق. شڪار ٽالپور اميرن ۽ شهزادن جو شاهاڻو شغل هو. سندس والد مير عباس علي خان سندرٻن جي ٻيلي ۾ ڀڪيءَ سر تلوار سان شينهن ماريو. عبدالحسين خان اڃان ٻارڙو هو جو بنگالي ۾ سندس والد کيس پاڻ سان گڏ شڪار تي وٺي ويندو هو. سنڌ ۾ اچڻ بعد سندس چاچو مير محمد حسن علي خان کيس پاڻ سان گڏ شڪار تي نيندو هو. مير محمد حسن علي خان جي يادداشت مان معلوم ٿئي ٿو ته ماه شوال ۱۲۸۴ھ مطابق فيبروري ۱۸۶۸ع ۾ کيرٿر جبل ۾ شڪار ڪيائين. ان وقت عبدالحسين خان جي عمر ۱۸ سال کن هئي ۽ هو پڻ اِنهيءَ شڪار ۾ چاچي سان گڏ هو. بهرحال، جوان ٿيو ته شڪار جو شوق خودبخود کيس دامنگير ٿيو، بلڪ شڪار سندس محبوب مشغلو بڻيو:

غير شوخن جي، ۽ بغير شڪار  دل کي هرگز اچي ٿو ڪين قرار(۱)

سنڌ ۾ سانگي جا نوجوانيءَ وارا شڪار ۱۷-۱۸ سالن جي عمر کان شروع ٿيا. پهريون 'وڏو شڪار' هرڻن جو موجوده 'ڏڪهڙي-جيمس آباد-ساماري' تعلقن واري اراضي ۾ ڪيائين. اتي لڏائي (ٽهيمن جي شهر لڳ)، ٻاڙي، ڏاڀي، ٻگوري، ڪاڇيلا، مٺي جبي ڪاڻ، وارياسي جو ٽڙ، ڪيهوره، ڪنب، دريا خان، ڪنڊياري ('برڪ' جي شاهي ٻوٽي لڳ) ۽ ڪنگوري جي ماڳن‌وٽ سندن منزلون ٿيون. ڪنگوري واري آخري منزل وٽ شڪار ۾ پندرهن هرڻ مارياؤن. عبدالحسين خان جي پنهنجي هٿ جي بندوق جو نالو 'ناز پُري' هو جنهن بابت چيائين ته:

"بدستم شده 'ناز پُوري' تفنگ  که نزدش ز هيچست شير و نهنگ"

اهو شڪار سنه ۱۲۸۸ھ (۱۸۷۱ع) ۾ ٿيو جڏهن سندس عمر ۱۹-۲۰ سال کن هئي. هن شڪار جو تفصيلي بيان پنج سال کن پوءِ سنه ۱۲۹۳ھ ۾ ويهي وڏي ذوق شوق سان فارسي مثنوي ۾ منظوم ڪيائين (۲).

سندس ديوانن ۾ پڻ سانگي ڳاهي ٻڳاهي پنهنجي شڪارن جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اندازاً ۱۲۸۴-۱۳۱۰ھ (۱۸۶۷-۱۸۹۲ع) وارو پنجويهن سالن کن جو عرصو "سانگي" جي شڪار جي جواني وارو دؤر هو، جنهن ۾ درياء جي پار اوله طرف جبل ۾، ڏکڻ طرف لاڙ ۾، اتر ڏانهن خيرپور ۽ اڀرندي ڏانهن مهراڻي طرف ٻري ٻري وڃي هرڻن جا شڪار ڪيائين ۽ پڻ درياءَ جي ڪنڌين ۾ ڦاڙهن جا شڪار ڪيائين.

تاريخ ۲۷- نومبر ۱۸۹۲ع (۱۳۱۰ھ) آچر ڏينهن سانگي پنهنجي ساٿين ۽ سپاه سان گڏ اچي جبل ۾ نئن ٻارڻ جي ڪنڌيءَ تي 'لوٺي جي ڪوٽ' وٽ شڪار خاطر خيما کوڙيا. ان سال مينهن جهجها وٺا هئا ۽ هرقسم جو شڪار— ڀاڙيون، تلوريون ۽ هرڻ— موجود هو. 'لوٺي جو ڪوٽ'

---

(۱) ص ۲۶

(۲) ڏسو ص ص ۵۱۰-۵۱۴. صفحي ۵۱۲ تي غالباً ڪتابت جي غلطي وچان هن شڪار جو سال ۱۲۷۸ھ (هزاران دو صد سال هفتاد و هشت) ڇاپيل آهي، جو غالباً صحيح نه آهي، ڇاڪاڻ ته ۱۲۷۸ھ ۾ سانگي جي عمر ڏهه-ٻارهن سال کن هئي. صحيح سال ۱۲۸۸ (هزاران دو صد سال هشتاد و هشت) سمجهڻ گهرجي.

ڪنهن وقت سنڌ جي اميرن جو خاص شڪارگاهه هو. سانگي پنهنجي هن شڪار واري سفر منظوم ڪندي ٽالپور اميرن جي انهيءَ اڳئين اوج کي ياد ڪيو:

بارڻ جي نئن مان ٿو وهي پاڻي هي سيم جو ۔ باچشمهٔ حيات وچي ٿو گذر ڪري
پانيپڙ ۽ تلوريون چنن ۾ ٿيون ڪن چڳا ۔ تتر سوين وتن ٿا وڻن ۾ ولر ڪري
’لوٺي جو ڪوٽ‘ ننڍ ۾ آهي نه بي سبب ۔ ويا ان جا شاهه جانبِ جنّت سفر ڪري
هي سا زمين آهي جتي شهريارِ سنڌ ۔ بهرِ شڪار ايندا هئا، چا ڪرّو فر ڪري
آهن نشان هي ز صناديدگانِ سنڌ ۔ اشراف جي ڏسن ته وجن چشمِ تر ڪري(١)

هي شڪار جو شغل جوانيءَ جي موٽ واري دؤر تائين سانگيءَ سان شامل حال رهيو. جبل ۾ يا ايرنڊي طرف مُهراڻي ڏانهن وڏن شڪارن جو سلسلو پنجاهه سالن جي عمر بعد ختم چڪو هو. سنه ١٩٠٣ع ۾ جڏهن سندس عمر ٽيونجاهه سال کن هئي، چوي ٿو ته:

سال هي اوڻيهه سؤ ٽي عيسوي ۔ آمدِ سرما جا آهن ڏينهڙا
هي عجائب آهي ايّامِ شڪار ۔ جنهن ۾ سردي ۽ نه گرمي رخنما
هن ڏينهنِ ٿيندو هو هرڻن جو شڪار ۔ يا جبل يا ايرنڊي راحت فزا
ملڪ ۾ موليٰ جي سڀ موجود آ ۔ پر اي ’سانگي‘ سي اڳوڻا وقت ويا.

ڪورڪل، سُورجاڻي ۽ پاناڻي طرف جبل ۾ هرڻ ۽ سرهن جي شڪار بابت چوي ٿو:

’ڪورڪل‘ ۾ ’سورجاڻي‘ ۾ ۔ سون هرڻ ۽ سرهه ڪيا ٿي شڪار
گاهه ’پاناڻي‘ ۾ آهي بيحد ۔ ٿي پهڻ پيا آهن زمرّد وار
هن جبل ۾ وطن هو وڻ وڻ هيٺ ۔ خوشدلي هئي هتي فزون ز شمار (٢)

پر اهي اڳيان جواني وارا شڪار هئا جن کي ياد ڪندي سانگي سائي نظم ۾ چوي ٿو ته:

ڪيترا ڏينهن ٿيا ڏني ڏونگر ۔ نه لنگهڻ ٿئي ٿو هاڻ دريا پار

انهيءَ هوندي به سانگي اڪثر هر بهار، سانوڻ ۽ سياري ۾ ’مهراڻ جي ڪيٽي‘ ۽ ’گهاري‘ ۾ وڃي منزل انداز ٿيندو هو ۽ شڪار ڪندو هو. ويندي سنه ١٩٠٤ع تائين، جڏهن سندس عمر چوونجاهه سال کن هئي، اهو شغل باقاعدگي سان جاري رهيو ۽ غالباً ان بعد پڻ سانگي ڪيٽي گهاري کي ڪو نه وساريو. سنه ١٩٠٤ع جي بهار يعني فيبروري ۾ سانگي جو سات پيڙين ذريعي ڪيٽي ۾ پهتو ۽ شڪار جو سلسلو شروع ٿيو. غالباً واڳن جو شڪار پڻ ٿيو جو ان وقت ’گهاري‘ ۾ واڳون بيشمار هئا:

آهي مهراڻ جي ڪيٽي ۾ شڪار ۔ آمد گل ٿي رسيو فصلِ بهار...
آيا پيڙين ۾ چڙهي آهيون هتي ۔ ٿا ڏسو گهاري جا واڳون بيشمار(٣).

---

(١) نظم ديوان پهريون، ص ص ٨٢-٨٣. (٢) غزل ديوان پهريون: ص ٢٦. (٣) ديوان ٻيو، ص ١١٧.

جيئن ئي ڪينجهر ۾ آيا ته مينهن شروع ٿيا ۽ پورا پندرهن ڏينهن برسات پئي. ڪينجهر جي سبزوار زمرّد زار سرزمين، سانگيءَ کي ان سال ويندي مئي جي مهيني تائين پنهنجو مهمان بنائي ڇڏيو. مارچ ۾ مير غلام شاهه وٽس آيو، ۽ پوءِ مير عبدالله ڪيس ڪينجهر ۾ ملڻ آيو. سانگيءَ جي مرضي هئي ته ڪڏهن واڳن جو شڪار ڪن پر مير عبدالله خان ترسيو ڪو نه ۽ ڏينهڪ واپس موٽي ويو:

خواهشِ خاطر هئي ڪڏهن ڪيهي     سير گهاري جو ۽ ڪينجهر جو ڪندا
ڪڏهن واڳن جو ڪريون ها هوند شڪار     جي آهن گهاري جي ڪپ تي جابجا
شير دريا جا آهن نامي نهنگ     صيد تن جو آهي بيشڪ بي بها
ٿي لڳي تن کي تفنگِ جانِ ستان     وات ڦاڙيو ڪن ٿا مي تيسا وڏا (١).

محرم سنه ١٣٠٥هه (١٨٨٧ع) جي تصنيف ڪيل نظم ۾ سانگيءَ ڄاڻائي ٿو ته هيئنئر سندس شڪار 'مهراڻ جي ڪينجهر' تائين محدود آهي. پر ان کان اڳ سانگي انهيءَ ڪينجهر ۾ ڦاڙها ۽ سوئر ماريا، ۽ پڻ جدا جدا قسمن جا شڪار ڪيا:

اسان پي تنهن ۾ ڪي ڏينهن خير خوبيءَ جا گذارياسون
وڏا ڦاڙها سدا ماريا اسان ان ۾ اونهاري جو
جڏهن ڪٽڪن ۾ لابارا پئون تنهن وقت ڪينجهر ۾
وجي چرچو ڏسي سو ڪوهه-صورت 'سور-ماري' جو
'ڊپن جو' ۽ 'ڪتن جو' ۽ 'مهاڙي جو' ۽ 'پولي جو'
'پيڙن جو' 'گهوم جو' نخچير موزون ٿو 'وِهاري' جو (٢)

آخري شعر ۾ ستن قسمن جا شڪار نهايت ئي سهڻي سليقي سان ساريا اٿس، جنهن مان سندس هر فن موليءَ شڪاري هجڻ جو ثبوت ملي ٿو.

مئجسٽريٽي جو مشغلو. سانگيءَ جو نوجوانيءَ وارو وقت شڪار جي شوق ۾ گذريو، ۽ ان کان پوءِ ماجسٽريٽي سندس خاص مشغلو بنيو. داستان "راحت افزا" جي منظوم ديباچي ۾ پاڻ چوي ٿو ته:

پهرين مون کي هوندو هو شوقِ شڪار     خوشدليءَ ۾ سو گذاريم روزگار...
پوءِ ڪيم ماجسٽريٽي اختيار     آهي سالن کان اهائي ڪاروبار

گمان غالب آهي ته سنه ١٨٧٧ع ۾ جيئن ئي ڊاڪٽر رائيٽ جي ڏيءَ سان سندس شادي ٿي ته ڪيس سيڪنڊ ڪلاس هانرري مئجسٽريٽ مقرر ڪيو ويو، ۽ پوءِ سال کن جي اندر سنه ١٨٧٨ع ۾ ڪيس 'فرسٽ ڪلاس' جا اختيار مليا. ان وقت سانگيءَ جي عمر ٢٧ سال کن هئي(٣).

---

(١) ديوان پيو، ص ص ١٠٥-١٠٦ (٢) غزل ديوان پهريون: ص ٥٧.
(٣) مرزا علي محمد بيگ جو مير صاحب وٽ جڊيشل منشي ٿي رهيو تنهن تصديق ڪئي ته مير صاحب موصوف کي ٢٧ سالن جي عمر ۾ فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ جا 'پاور' مليا.

حيدرآباد شهر ۾ مير عبدالحسين خان کان سواءِ ميرن صاحبن مان هزهائنس مير شاهنواز خان
بن مير ميرمحمد خان ۽ مير علي قاسم خان هانرري مئجسٽريٽ هئا. فرسٽ ڪلاس جا 'پاور'
مير عبدالحسين خان، رئيس قاضي امام علي صاحب (رٽائرڊ مختيارڪار) ۽ ديوان جڳت راءِ (رٽائرڊ
ڊپوٽي ڪليڪٽر) کي مليا. پهريائين مير صاحب کي ڪنٽونمينٽ ٿاڻي جي حد ڏنائون پر پو
گدو بندر ٿاڻي جي حد سندس اختيار هيٺ آئي. لکيائين ته 'اسان کي پوليس جا ڪيس نه گهرجن
اسان فقط سڌا فرياد (ڊائريڪٽ ڪمپلينٽ) وٺنداسون.' اول ڪيس آخوند محمد ابراهيم حيدرآبادي
جڊيشل ڪلارڪ ٿي مليو، جنهن کان پوءِ شفيع محمد ڪمانگر، آخوند عبدالرحمان (آخوند عبدالله
جو پاءُ)، مسٽر محمود قريشي، مرزا علي محمد بيگ، مسٽر محمود قريشي (دوباره) ۽ مرزا
علي محمد بيگ (دوباره) سندس ايامڪاري ۾ جڊيشل ڪلارڪ ٿي رهيا. فيصلن ۾ حق انصاف
ڪيائين، ۽ پنهنجي ڪورٽ جو ڪم سهڻي نموني سان هلايائين. ١٨٩٠ع ڌاري جڏهن مئجسٽريٽي
ڪندي کيس ٻارهن سال ٿيا هئا تڏهن مئجسٽريٽي بابت پاڻ پنهنجن خيالن جو هن طرح اظهار
ڪيائين ته:

آهيان پهرئين درجي جو مئجسٽريٽ    ڪريان ڪم جو فرمائي مون کي خدا
اهو ٿا چون آهي عمدو وڪيل    زبان ۾ هُئي تاثير جنهن جي صفا
جي 'بارسٽر' آهي ته ڇا ٿي پيو    جي 'سالسٽر' آهن سي پيي نام جا
'پڇا' ڪو نه سيکاري ڪاليج ۾ ڪو    اهو جوهر ذاتي آهي بجا
اسان ڪا ڪڏهن ڪانه ڪورٽ ڏٺي    نڪي قاعدا ڪي پڙهي مون سکيا
وجي يار پياسون توڪل ڪري    ڪندي ڪم ورهيه گذري ٻارهن ويا(١).

مير صاحب ڪيس پنهنجي بنگلي تي هلائيندو هو. کيس هزار رپيا ڏنڊ ۽ ٻه سال قيد جي
سزا ڏيڻ جا اختيار مليل هئا، پر نه چاهيندو هو ته ڪنهن کي سزا ڏئي. اڪثر ڌرين جي وچ ۾ صلح
ڪرائي ڇڏيندو هو. هڪ گجراتي جوابدار جو خود پاڻ ضامن پيو. پنهنجي مئجسٽريٽي جي پوري
دؤر ۾ فقط ٽن جوابدارن ـ صوف ڪاسائي، دوسو ٻروهي ۽ ڪنهن ٽئين کي ـ ڇهه ڇهه مهينا سزا
ڏنائين. هڪ جوابدار جڏهن سامهون جواب ڏيئي سندس ڪورٽ قبول نه ڪئي تڏهن ڇهن مهينن
بدران پنهنجو 'فل پاور' هلائي کيس سزا ڏنائين، پر لکيائين ته اپيل ڪندو ته مٿين ڪورٽ کيس
ڇڏي سگهي ٿي. قيدي سندس باغ ۾ ڪجين جي ٿارن ڪڻ لاءِ ايندا هئا ته مير صاحب پنهنجي
طرفان کين ظاهري پٽ، ڏڌ ۽ پيڙيون موڪليندو هو. مرزا علي محمد چيو ته: مير صاحب اوائلي
جانچ ڪونه ڪرائيندو هو، پر سڌو سنئون "پروسيس اِشو"(٢) ڪندو هو، يعني سمن، يا وارنٽ
ڪڍندو هو يا 'آرڊر' ڪندو هو. 'آرڊر' گهڻو ڪري سنڌي شعر (مثنوي) ۾ ڪندو هو.

اندازاً پنجيتاليهه سال ڪن هن عهدي تي فائز رهڻ بعد سنه ١٩٢٢ع ۾ پيريءَ سببان سانگي

(١) ديوان پهريون، ص ١٢ (٢) Issued the Process

مئجسٽريٽيءَ جي عهدي تان استعفا ڏيڻ گهري، پر ڪليڪٽر چيو ته اوهان سال ۾ پئل ڪٿي هڪ ڪيس هلايو. مير صاحب ٻوءِ ڪيس ڪونه هلايو پر 'پاور' (اختيار) وٽس آخر عمر تائين رهيا.

## پيريءَ وارو دور

سانگي شاهي خاندان جو صاحبزادو هو. شهزادي ٻيءَ ۽ باوقار انگريز والده جو پٽ هو. سنئين ڪائي سهڻو ڳورو جوان هو. سندس جوانيءَ جو پور پرپور هو ۽ سندس طبع پڻ سدا جوان هئي: سانگي پوڙهو ٿيڻ جوئي ڪونه هو، پر مٿس بارن مٿان بار پيا جنهنڪري پيري اچڻ کان اڳ پيري لڪايائين. شڪار جي شوق، شعر و سخن جي ذوق ۽ مئجسٽريٽيءَ جي مشغلي ۾ سندس جواني جا ڏينهن خيرخوبيءَ سان گذريا؛ پر جيئن ئي جواني سوٽ ڪاڏي ته ڪيس جوانيءَ جون يادگيريون دل تي چڙهيون ۽ پيريءَ جا پرياڻ نظر آيا:

پير پيريءَ ۾ پيا اچي سانگي      ياد پنهنجي وري جواني ڪر

سانگيءَ جي حسّاس طبيعت ڪي پيريءَ جي نتيجن جو هونءَ به پورو احساس هو:

اي سانگي! سا پيري آهي جنهن سدائين      ڦتائي ڦتا ڪيا جوان کهڙا کهڙا!

سنه ١٣١٢ھ/١٨٩٤ع ۾ جڏهن سندس عمر چوئتاليهن سالن کان ڪجهه سوائي هئي تڏهن چئي ڏنائين ته:

وئي وارن مان جا هئي ڪارائي      آخر ايها اچي صفائي تي
نه اکين جي رهي ڪڪورائي      آهي عينڪ سان آشنائي تي
چهل و چار سال بعد عيان      هي زماني جي بيوفائي تي
نه اهو رنگ روپ رونق آهه      پنهنجي چاتم تي سا پرائي تي
آهي پيري رسي جواني مان      تئي چڱائي منجهان مدائي تي (١)

انهيءَ ساڳئي سال درياءَ چڙهيو ۽ ٻوڏ تي جنهنڪري سانگي به 'ڪاپ واري بنگلي' کي ڇڏي وڃي 'جيڪب واري بنگلي' ۾ ويٺو جو مٿي ذڪر ٿي هو(٢). سنه ١٩٠٤ع ڌاري جڏهن سندس عمر ٥٤ سال کن ٿي ته پري جا سفر ۽ شڪار ڦٽا ڪيائين ۽ ڪيٽيءَ تائين پهچڻ کي غنيمت ڄاتائين:

پري وڃڻ کان پري ٿي پيا آهيون هاڻي      اسان جي لاءِ ته ڪيٽي ٿي غيرت ڪشمير

بهرحال جوانيءَ جي موت ۽ زندگيءَ جي لاهن چاڙهن جي باوجود سانگيءَ جو قلعو قائم هو: يعني ته سندس چاچو مير محمد حسن علي خان اڃا حيات هو. تاريخ ١٥- ذوالحج ١٣٢٤ھ/جنوري ١٩٠٧ع ۾ جڏهن مير صاحب موصوف وفات ڪئي ته دنيا ۾ سانگي جو اهو آخري سهارو پڻ باقي نه رهيو. مير حسن علي خان ئي سانگي جي پرورش ڪئي هئي جنهنڪري هو پڻ چاچي جو نهايت ئي گهڻو

(١) ديوان پهريون، ص ص ٣٧-٤٧. (٢) اهو بنگلو موجوده گورنيمنٽ گرلس ڪاليج واري اراضي پر هو، ۽ مير حسن علي خان خريد ڪيو هو.

ادب ڪندو هو: سنڌس نالو ڪڏهن به ڪونه ورتائين، بلڪ هميشه چوندو هو ته "اسان جي مير سائين" جي هي ڳالهه آهي. مير صاحب کان موڪلائڻ وقت ڪڏهن به پٺي ڪانه ڏنائين، هميشه ادب سان پوئين پيرين ٻاهر نڪري ايندو هو. مير صاحب جي وفات تي ڪيس ايترو ته صدمو پهتو جو ان قضيي کان پوءِ شاهاڻو زري وارو ويس ترڪ ڪري 'سبزپوش' بڻيو: يعني ته هميشه لاءِ سائو پهراڻ ۽ ڪاري ڪانچ پائڻ شروع ڪيائين:

جڏهن کان ٿيو آهيان آءٌ سبزپوش اي سانگي      زري وٽي نٿي مونکي ذري خدا جو قسم

متو آگهاڙو ڪيائين سو وري گهر يا ڪچهريءَ ۾ ڪين ڍڪيائين (١). پويان وار گهنڊيون ڪري ليڙون ٿي ويا، پر ڦٽي ڪانه ڦيريائين: بقول:

"مر هوءِ موڙهل متو چڪ پري هوءِ چوٽي      ويڙهيان ڪيئن وارن کي، ڪوٽ ڪري ٿيان ڪونٽي
سر تي آءٌ سرتين ري ڦيريندس ڪيئن ڦٽي!" (٢)

مير عبدالحسين خان جي مالي حالت شروع کان ئي ايترو اطمينان بخش ڪانه هئي. پيءُ وڏن ميرن صاحبن جي پيٽ ۾ ڪيس پينشن پڻ گهٽ ملندي هئي. مير حسين علي خان توڙي بيبي سونا بنت مير محمد نصير خان مان هر هڪ کي ٽي هزار رپيا ماهيانه پينشن ملندي هئي. پر مير عبدالحسين خان جيئن ته پيڙهيءَ ۾ هڪ درجو هيٺ هو انهيءَ ڪري شروع ۾ ڪيس فقط اٺ سؤ رپيا پينشن طور ملندا هئا (٣). شاديءَ جي اوائلي دؤر تائين ته انهيءَ رقم مان خير سان وقت پئي گذريو پر جڏهن اولاد ٿيو ۽ ڪٽنب وڌيو ته انهيءَ رقم مان سولائي سان پورت نٿي ٿي. عبدالحسين خان جو چاچو مير محمد حسن علي خان سڀني ميرن ۾ وڌيڪ مال ملڪيت وارو هو. زماني جي نئين ماحول جو رخ ڏسي هن دورانديشي سان پئسو بچائي پنهنجي مالي حالت کي بهتر بنايو هو. پئسي جو نهايت پڪو هو، پر وقت سر گهرج وارن کي اڌاري طور امداد ڏيندو هو. مير عبدالحسين خان سنڌس ڀاٽيو هو جنهن کي پيءُ کان وڌيڪ گهرندو هو پر غالباً ادب، حجاب ۽ خودداري کان مير عبدالحسين خان مالي مدد لاءِ ڪڏهن به چاچي کي ڪونه چيو. ضرورت پوندي هيس ته پنهنجن ڪن حال محرمن کان اڌاري طور پئسا گهرائي وٺندو هو. سال ١٩٠٤ع ۽ سال ١٩٠٦ع ۾ ميرزا بيدل بيگ (ٽنڊو آ=١) ڏي مير عبدالحسين خان جون پنهنجون هٿ لکيل چٺيون اسان جي نظر مان گذريون جن ۾ هڪ ۾ ويهه رپيا ۽ ٻئي ۾ پنجاهه رپيا ڪنهن جي واسطي گهرايائين ۽ لکيو اٿس ته "اڌارا ڏيندا جي پگهار ملڻ تي واپس ڪنداسون." مير حسن علي خان بي اولاد هو: جيڪڏهن دنيا ۾ ڪو اولاد هوس ته ڀاٽيو هوس، مگر پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪيس ڪا به

---

(١) فقط جڏهن گورنر کي ملڻ ويندو هو ته ٽوپي پائي ويندو هو. (٢) سانگي جي هڪ 'ڪافي' جي مصرع.
(٣) مير محمد حسن علي خان جي وفات بعد البت ڪيس پينشن وڌي ملي.

ملڪيت ڏيئي ڪونہ ورثايائين. پڇاڙيءَ تائين پنهنجي عملي جي خادمن مان بہ ڪنهن کي ڪا بخشش ڪانہ ڏنائين، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو سندس وفات بعد سڀ دربدر ٿي ويا (۱).

مير محمد حسن علي خان جي وفات بعد سانگي کي اُميد هئي تہ بلوچڪي رسم رواج موجب پائنيي جي حيثيت ۾ هو سندس وارث ٿيندو. ٻئي طرف مير صاحب مرحوم جي همشيره بيبي سونا (۲) حيات هئي، ۽ شيعہ قانون وراثت موجب وارث هئي. ڏرين جي وچ ۾ جڏهن مفاهمت نہ ٿي سگهي تہ معاملو 'پروي ڪائونسل' تائين وڃي پهتو، جتي بالاخر فيصلو شيعہ قانون موجب ٿيو ۽ سانگي چاچي جي ملڪيت ۾ ورثي کان محروم رهيو. ۱۹۰۷ع کان وٺي ۱۹۱۵ع تائين انهيءَ مقدمي سببان خاندان ۾ ڪشمڪش هلندي رهي، جنهن جو سانگي جي حساس طبيعت تي وڏو اثر پيو، ۽ هڪ طويل فارسي مثنوي ۾ هن تنازعي ۽ مقدمي جو تفصيلي بيان لکي پنهنجي دل جي بار کي هلڪو ڪيائين. ان وقت سندس عمر ۶۰-۶۵ سال کن هئي. بزرگن جو ادب ۽ احترام سانگي جي سرشت ۾ سمايل هو، انهيءَ ڪري باوجود مقدمي جي تلخين جي پنهنجي ڦڦيءَ ڏانهن هيٺيون خط لکيائين جو سندس اخلاقي بلندي جي ساک پري ٿو.

## سانگي جو بيبي سونا ڏانهن خط

تاج المخدرات حضرت صاحبان قبله مڪان مادام عصمت و عفتها

حضرت صاحبان قدسي نشان عصمت و عفت توامان مريم دوران بلقيس زمان

بعد اداءِ آداب بندگيات روشن رهي تہ اگرچ يڪ طرفي خبر احقر کي اوهان جي حضور پرنور ۾ ڏوهي ٺهرايو آهي، جي انصاف ٿئي تہ محقق خبر پوي. خير گذري کي ياد نہ ڪجي مگر هينئر منهنجو تمام لياز ۽ ادب ساڻ هي عرض آهي تہ جيڪي ٿي گذريو تنهن ۾ نڪو چوان تہ اسان جو طمع ڪري يا صلاحڪارن خودغرض جو ڏوهہ هو پر قسمت جي لکئي کان ٿيڻو هو سو ٿيو... تنهنڪري هٿ ادب جا ٻڌي بطريق ادب عرض ٿو ڪجي تہ از خوردان خطا و از بزرگان عطاء ڏوهہ نہ ڪجي تڏهن بہ ڏوهہ قبول ڪري بزرگن کان معافي طلب ڪرڻ عين سعادت آهي.

زياده حد ادب
از نورچشمان نيازمند
بندگي عرض

بنده عبدالحسين
تاريخ ۱۰- آچر جو ڏينهن
دزمبر ۱۹۱۰ع

---

(۱) شيخ عبدالعلي جنهن پنهنجي همشيره مير عباس علي خان کي ڏني هئي، ۽ هو پوءِ پنهنجي همشيره سان گڏ ڪلڪتو ڇڏي بي سروسامان حيدرآباد آيو ۽ مير حسن علي خان وٽ منشي ٿي ڪم ڪندو رهيو تنهن مير صاحب جي وفات تي هيٺيون مزاحيہ مگر موزون قطعو چيو تہ:

نڪي گور سان ڪو هو ايندو وري — نہ هن هنڌ آباد ٿيندو وري

ڇڙو گور ۾ ڪفن پائي ويو — پيو پنهنجو سيڪجهہ رلائي ويو.

(۲) بيبي سونا، مير محمد حسن علي خان ۽ مير عباس علي خان جي ڀيڻ ۽ مير محمد نصير خان جي ڌيءَ هئي؛ مير حسين علي خان (بن مير نورمحمد خان) جي زوجہ ۽ مير نورمحمد خان ثاني جي والده هئي. مير عبدالحسين خان سانگي جي ڦڦي هئي.

سانگي جيتوڻيڪ وڏن جي وراثت کان محروم رهيو، مگر پنهنجو ذاتي حوصلو بلند رکيائين؛ تنگدستيءَ کان دل جي تونگريءَ کي غنيمت ڄاتائين، لالچ ۽ لوڙهن کي ماڙين تي نه مٽيائين، ۽ استغنا کي پنهنجو شيوو ۽ شعار بڻايائين:

خدا پنهنجو اسان کي ڏني، گهڻو هُئي يا هجي ٿورو  اسين طامع نه ٿينداسون ڪڏهن دولت پرائي جا

—

جي مُلڪدار آهن مسند نشين تہ ڇا  آهي جلوس پنهنجو بہ پنهنجي گليم تي

—

ڪاڻ ڪنهن جي ڪڍائين ڪاڻ ڪڏهين  منهنجي مولي جي مهرباني آ

بهرحال سانگي رضا تي راضي رهي پنهنجو قلندرانہ شان قائم رکيو. سندس رفيقهٔ حيات ذڪي سڪ ۾ سائس پائيوار هئي ۽ گهرو انتظام کي سهڻي سليقي سان هلائي اندروني انتظار کان سانگي کي آجو پئي رکيائين. هن وفاشعار خاتون ازدواجي زندگيءَ جا بائيتاليهہ سال پنهنجي سچڻ سانگي سان بسر ڪري بالآخر ١٩- جولاءِ سنہ ١٩١٩ع تي ڪيس الوداع چئي هميشه لاءِ موڪلايو. ان وقت سانگي جي عمر ٦٨-٦٩ سال هئي. هن صدمي سانگي تي وڏو اثر ڪيو، پيري مٿس غالب پئي؛ سانگي جي زندگي ڄڻ بي لطف بنجي وئي- بقوله:

جنهن ۾ ظاهر نہ آهي ذوق ذرو  زور مِس جي سا زندگاني آ

مير عباس علي خان چيو تہ: مير صاحب مرحوم طبعي طور 'سانگي' هو، جو ويندي آخر عمر تائين هرسال ڪجهہ عرصي لاءِ پنهنجي گهر حويلي يعني 'ڪاپ واري بنگلي' کان ٻاهر ڪٽي وڃي گذاريندو هو. جيستائين سندن ديرو حيات هو تيستائين 'ٻهراڻن جي ڪيٽي' ۾ سندن سانگ هوندا هئا. سنہ ١٣١٢ھ جي شروع ۾ يعني سال ١٨٩٤ع جي جولاءِ- آگسٽ وارن مهينن ۾ درياءَ جي اُٿل تي جنهن جي ڪري ڪجهہ عرصي لاءِ لڏي وڃي 'جيڪب واري بنگلي' ۾ وينا جنهن جو سانگي خود پنهنجي شعر ۾ ذڪر ڪيو آهي ۽ بنگلي کي 'سير حاصل' ۽ 'خوش نمائي ۾ مرغوب' سڏيو آهي(١). ان بعد بہ خاص هوا جي تبديل لاءِ اچي هن بنگلي ۾ رهندا هئا، جيئن تہ سانگي جي دستخط يا يادداشتن مان معلوم ٿيو تہ ماہ اپريل ١٩٠٠ع ۾ هن بنگلي ۾ رهيل هئا ۽ "باز تاريخ ١٧- آڪٽوبر ١٩٠١ در بنگلہ جيڪب مي باشيم- براي تبديل هوا آمده ايم- فردا عزم مراجعت

---

(١) 'جيڪب وارو بنگلو' موجوده گورنمينٽ گرلس ڪاليج واري اراضي ۾ هوندو هو. سانگي پنهنجي انهيءَ لڏپلاڻ جو ذڪر پنهنجي 'پهرين ديوان' جي هڪ غزل ۾ هن طرح ڪيو آهي تہ:

هڪ هزار آهي سہ صد و ده دو  جنهن ۾ درياءَ جي هئي چڙهائي ٿي
جتي پاڻي ڪڏهن هو ڪونہ آيو  اهو ميدان بہ ويو ترائي ٿي...
نيٺ ڪم آيو بنگلو جيڪب جو  وڃي ويٺاسون دل سجائي ٿي
سير حاصل جڳل تي هو بنگلو  دل کي مرغوب خوشنمائي ٿي.

است"(١). ڏيري جي وفات کان پوءِ مير صاحب ڀٽ شاهه تي هفتي يا ٻن هفتن تائين وڃي رهندو هو. هڪ سال حيدرآباد شهر ۾ 'ڪرس انڪي' وٽ 'پوهڻو ڪيالي' سيٺين جي بنگلن ۾ اچي مسواڙ تي ٽي مهينا ڪن رهيو. اما ١٩٢٠ع کان پوءِ جي ڳالهه آهي جاڪاڻ ته اهي بنگلا سنه ١٩٢٠ع ۾ ٺهيا. ا. هه.

ميرزا علي محمد ڪلهوڙي آڻا جو، سنه ١٩٢٠ع ۾ ۽ وري پوءِ سنه ١٩٢٢ع ۾ ميرصاحب جو جڊيشل منشي هو. چوائين ته: مير صاحب شراب، حقي، ٻيڙي وغيره هر نشي کان پري هو. انهيءَ دؤر ۾ ڀٽ شاهه جا پير، غلام حيدرشاهه ٻلڙي وارو ۽ باقر نظاماڻي جي ڳوٺ جا نظاماڻي باوچ ڪيس ملڻ ايندا هئا. ميرصاحب انهن ڏينهن ۾ تاج محمد خان نظاماڻي ۽ پنهنجي ڀٽ مير خدا يارخان سان اڪثر وهي شطرنج راند ڪندو هو. ڪاري سٽڻ ۽ اڇو پهراڻ پيل هوندو هوس، ۽ وار سندس ڪلهن تائين ليڙون ٿيا پيا هوندا هئا. ا. هه.

بهرحال پنهنجي رفيقهِ حيات اهليه جي وفات بعد پيريءَ جو بار مٿس ايترو ته ڳرو ٿي پيو جو سنه ١٩٢٢ع ۾ هانرري مئجسٽريٽيءَ جي عهدي تان استعيفا ڏيئي گوشه نشيني اختيار ڪيائين(٢).

## وفات

دنيا جي ظاهري وهنوار کان بي تعلقي جو اهو سلسلو بالآخر توڙ کي پهتو. مئي سنه ١٩٢٤ع ۾ سانگي بيمار ٿي پيو. انهيءَ پڇاڙي واري بيماري ۾ ميون غلام حيدر ڪريمي ۽ پير علي بخش پتائي ڪيس پڇڻ آيا ته سندن آجيان لاءِ اٿڻ لڳو. چيائونس ته اٿو نه جو اوهين بيمار آهيو. چيائين ته:

ڏک وڏوئي ڏيل، ته به زيب نه مٽيان ذات جو.

طبيعت پڇائونس ته جواب ڏنائين ته، ادا ڏاڏي (شاهه عبداللطيف) ڪونه چيو آهي ته

جيڪي ڏنائون، سو سهه سيوئي جندڙي
مَ چئو چنائون، اي پڻ ڳنڍيو سڄڻين.

بالاخر خميس ڏينهن ٣ بجي شام جو تاريخ ٨- ذيقعده سنه ١٣٤٢هه مطابق ١٢- جون سنه ١٩٢٤ع ۾ سانگي هتان هميشه لاءِ سانگ ڪري وڃي ابدي ننڊ ۾ ستو. سندس وفات "ڪاپ واري بنگلي" ۾ ٿي. جيتري پاڻ وصيت ڪئي هئائين ته ڪيس حضرت شاهه عبداللطيف جي روضي جي چانئوَ ۾ حاجران سان لڳو لڳ دفن ڪيو وڃي. پر پائين سندس نعش حيدرآباد ۾ سندس والد مير عباس علي خان جي قبي ۾ (مير محمد نصير خان جي قبي لڳ) امانت طور دفن ڪيائون. جتان پوءِ ڇهن مهينن بعد سندس صندوق ڪڍي وڃي ڀٽ شاهه تي سندس وصيت مطابق دفنايائون(٣).

---

(١) يعني ته: وري تاريخ ١٧- آڪٽوبر ١٩٠١ع تي جيڪب واري بنگلي ۾ رهيل آهيون. هوا بدلائڻ لاءِ آيا آهيون. سيالي واپس روانگي آهي.

(٢) عهدي تان استعفيٰ ڏنائون مگر 'فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽي' جو 'پاور' ڪانئس واپس ڪونه ورتائون.

(٣) سانگي جي قبر سندس زوجه حاجران جي قبر سان لڳو لڳ الهندي پاسي آهي. اهي ٻيئي قبرون حضرت شاهه صاحب جي روضي جي پيليان الهندي طرفان آهن، ۽ روضي کي ويجهيون آهن. سانگي جي قبر اصل پٿر جي هئي جنهن جي جاءِ تي ڪجهه ڏينهن سال مير عباس علي خان نئين قبر ٺهرائي آهي.

## شخصيت ۽ ڪردار

مير عبدالحسين خان هڪ باوقار شخصيت جو مالڪ هو. سندس نشست و برخواست شاهاڻي
طبيعت فقيراڻي هئي. اڪثر ٿورڳالهائو هو ۽ آهستي آهستي ڳالهائيندو هو، پر نهايت سنجيده،
پر معنيٰ گفتگو ڪندو هو. ڪنهن تي به ڪڏهن رنج ظاهر نه ڪيائين ۽ ڪنهن کي به ڪڏهن
پاراتو ڪونه ڏنائين. نڪي فخر نه نڪي چڙ هئس. ڪاوڙ کي ماڳهين ماري ڇڏيو هئائين. هڪ ڀيري
نوڪر چيس ته: فلاڻي مون کي نه ڳالهايو پر سائين جن کي به ڳالهايائين. تڏهن چيائين ته: ا
مون کيس معاف ڪري ڇڏيو ۽ تون به معاف ڪري ڇڏينس.

سانگي وڏو خوددار هو. هو هيٺين سان هيٺو، پر ڏاڍن سان ڏاڍو هو. انگريز آفيسر
سان ملاقات وقت وقار، بلند حوصلي ۽ خودداري کي هٿان نه ڇڏيائين. گورنر يا ڪمشنر ڪا
موڪلائڻ وقت هٿ ڏيڻ کان پوءِ فوراً تڪڙو پنهنجي وراڻي روانو ٿيندو هو حالانڪ هو اجهان پنهنج
گاڏيءَ ۾ ٿي مس چڙهندا هئا. انگريزن کي پاڻ جهڙو ڄاڻندو هو ۽ ساڻن هميشه برابري وار
برتاءُ ڪندو هو: ڪڏهن به سندن خوشامد ڪانه ڪيائين، ۽ نه ڪڏهن ڪنهن انگريز آفيسر ج
تعريف ڪيائين، نه تعريف ٻڌڻ گوارا ڪيائين. هڪ ڀيري ڪمشنر گبسن کيس عمداً ۽ اراد
چيو ته: 'مان ميرپورخاص ويس ۽ ميرصاحب فتح خان سان مليس. مير فتح خان 'تروٽ صاحب' ج
گهڻي تعريف ڪئي.' ميرصاحب جواب ڏنس ته: 'اسين بلوچ اشراف قوم آهيون ۽ ڪنهن جي
مهرباني وسارڻ وارا ڪين آهيون. تروٽ صاحب ضرور ڪي مهربانيون ڪيون هونديون جن ج
مير فتح خان تعريف ڪئي هوندي.' تڏهن گبسن چيو ته: 'جي اسين اوهان سان ڪابه مهرباني
ڪريون ته؟' مير صاحب جواب ڏنو ته: 'اوهان جي اها نامهرباني به هميشه ياد رهندي.'

نيت جي صفائي، انصاف ۽ حق گوئي سندس اخلاقي شعار هئا. اثناعشري اماميه عقيدو کيم
پنهنجي پيءُ ڏاڏي کان ورثي ۾ مليو جنهن جو اظهار ۽ اقرار سندس اشعار ۾ جابجا نظر اچي ٿو:

"ڪيا خدا ٻارهن امام آهن ادا     مومنان را رهنما و پيشوا"

مگر سنڌ جي مذهبي روايت جو بنياد آڳاٽي وقت کان وٺي 'صلح ڪل' تي رکيل هو جنهن ؛
نفرت جي بوءِ ٿي ڪانه هئي. سانگي بذات خود انهيءَ سنڌي روايت جو علمبردار هو. هڪ ڀيرو
آغا وارن (ٺٽو و آغا) سان کي وٽس آيا ۽ اچي شڪايت ڪيائون، ته مير صاحب ڪين سختي سان
منع ڪئي. هن سلسلي ۾ پنهنجي خانداني روايت کي مدنظر رکندي سانگي چيو ته:

زهر کان خالي نه هئاسون پر هنيوسين نيش ڪونه
مون کان اي سانگي ڪڏهن ڪا ڪار زنبوري نه ٿي.

سانگي ذاتي طور صاف دل ۽ صوفي مشرب رکندو هو. سندس مرشد جي کيس اها هدايت هئي ن
عقيدت جي ميدان ۾ محبت روا آهي، مگر نبي صلعم جي اصحابن سڳورن کي رتبي ۾ گهٽ ـ
ڪرڻ روا نه آهي:

مرشد ڪان هي ارشاد ٿيو در راهِ تصوّف    مولوي ڪوُن بجز ساقيءِ ڪوثر لئو جاڻان
مرسل جا جي اصحاب آهن صدق جا صاحب    سي رتبي ۾ هڪٻئي ڪان نه ڪمتر لئو جاڻان.
(ص ۱٦)

سانگي جو حقيقي مرشد (۱) حضرت شاه عبداللطيف هو جو موروثي طور 'قادري طريقي' سان وابسته هو. انهيءَ ڪري صوفي قادري طريقي جي باني مباني حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني بابت سانگي صفائي پيش ڪئي ته:

نه شيعو آهي نه سني، آهي محي الدين    سو آهي صافي و صوفي و رهنمائي طريق
تفاوت آهي ٻنهي ۾ ڪيو مُٺن مسلن،    ڪيو مون مشرب و مذهب جو تهدلئون تحقيق.
(ص ۱۳۴)

بهرحال راهِ طريقت ۾ سانگي رندي مشرب اختيار ڪري 'شيعي سني' جي فرق ڪان پنهنجو پلئه آجو ڪيو:

"عبدالحسين سُني و شيعه سي هو جدا    شڪرِ خدا بمشربِ رندانه هو گيا"
(ص ۴٦۰)

هن رندي پاڻ قدري شوخي سان 'زاهد' کي تنبيهه ڪندي چيو ته:

جو شيعن ۽ سنين ۾ هلندڙ آهي    اي زاهد! سو آهي شريعت جو بحث
اسان سان جي ڪرڻو آهي تان ڪريو    حقيقت جون ڳالهيون طريقت جو بحث.
(ص ۱٦)

سانگي نه فقط فرقيوارانه 'مذهبي ڇڪتاڻ' ڪان پاڻ کي آجو رکيو پر هڪ نيڪ نيت مسلمان ۽ صاف دل صوفي جي حيثيت ۾ ڪنهن سان به ڪدورت يا دشمني رکڻ روا نٿي سمجهيائين. سندس پنهنجي نيت اِهائي هئي ته:

پاڻيان ته ڪو دنيا ۾ نه ٿئي منهنجو مخالف    پر زور ڪري ٿئي ته سو الله کي پرتو
هن راڳ ۾ دنيا جي ڪجي ڊالگ ڪواهڙو    دشمن نه ٿجي ڪنهن جو ۽ دشمن نه ڪجي ڪو.
(ص ۵۱)

سانگي رواداري ۽ ناتي نڀاهڻ جو قائل هو. انهيءَ ننگ نڀاهڻ واري جذبي هيٺ ئي سانگي پنهنجي ڀڳيءَ ڏانهن نيازنامو لکيو. اهيل هارائڻ کان ڪجهه وقت پوءِ سانگيءَ کي پيغام پهتو ته: 'جنهن بنگلي ۾ رهو ٿا سو اوهان کان پوءِ اوهان جو نه رهندو؛ انهيءَ ڪري پنهنجي اولاد لاءِ ڪجهه ڪريو.' جواب ۾ هي بيت چوائي موڪليائين ته:

---

(۱) پير صاحبڏني شاهه، ٻاڙي واري کي به سانگي مجازي طور 'مرشد' سڏيو آهي (ڏسو قافيون ۱۳۱ ۽ ۱۳۲ صفحو ۷۰۴. سنڌي ۾ "مرشد جي وفات تي مرثيو"، ۽ پڻ فارسي ۾ مرثيو "بماتم مرشد پير" ص ۴۳۰) جاڪاڻ ته حضرت شاه عبداللطيف جي ڏاڏي جي درگاه ڪريمي جو سجاده نشين هو، پر سندس حقيقي مرشد حضرت شاه عبداللطيف هو، جيئن ته پنهنجي ڪلام ۾ وار وار اهڙن چيو اٿس.

مرشد کان هـي ارشاد ٿيو در راهِ تصوّف — مولوي ڪون ٻـجـز ساڻي، ڪوٺـر ٿئو چالاڻ

مرسل جا جي اصحاب آهـن صدق جا صاحب — سي رتبي ۾ هڪٻئي کان نہ ڪمتر ٿئو چالاڻ.

(ص ١٦)

سانگي جو حقيقي مرشد(١) حضرت شاه عبداللطيف هو جو موروثي طور 'قادري طريقي' سان وابستہ هو. انهيءَ ڪري صوفي قادري طريقي جي باني مباني حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني بابت سانگي صفائي پيش ڪئي تہ:

نہ شيعو آهي اـہ سني، آهي محي الدين — سو آهـي صافي ۽ صوفي ۽ رهنمائي طريق

تفاوت آهـي ٻنهي ۾ ڪيو مـڻـن مـانـن، — ڪيو مون مشرب و مذهب جو ٿهدليئون تحقيق.

(ص ١٣٤)

بهرحال راهِ طريقت ۾ سانگي رندي مشرب اختيار ڪري 'شيعي سني' جي فرق کان پنهنجو پاڻ آجو ڪيو:

"عـبـدالحسين سُنّـي و شيعه سي هـو جـدا — شڪـرِ خـدا بمشربِ رنـدانـہ هـو گـيـا"

(ص ٤٦٠)

هن رند، پاڻ ٿدري شوخي سان 'زاهد' کي تنبيهہ ڪندي چيو تہ:

جـو شيعن ۽ سنـيـن ۾ هـلـنـدڙ آهـي — اي زاهـد! سـو آهـي شريعت جـو بحث

اسان سـان جـي ڪرڻو آهـي تـان ڪريو — حقيقت جـون ڳالهيون طريقت جـو بحث.

(ص ١٦)

سانگي نہ فقط فرقيوارانہ 'مذهبي چڪتاڻ' کان پاڻ کي آجو رکيو پر هڪ نيڪ نيت مسلمان ۽ صاف دل صوفي جي حيثيت ۾ ڪنهن سان بہ ڪدورت يا دشمني رکڻ روا نٿي سمجهيائين. سندس پنهنجي نيت اِهائي هئي تہ:

يانيان تہ ڪو دنيا ۾ نہ ٿئي منهنجو مخالف — پر زور ڪري ٿئي تہ سو الله کـي پرتو

هن راڳ ۾ دنيا جـي ڪجي ڊلگ ڪواهڙو — دشمن نہ ٿجي ڪنهن جو ۽ دشمن نہ ڪجي ڪو.

(ص ٥١)

سانگي رواداري ۽ لاتي نباهڻ جو قائل هو. انهيءَ ننگ نباهڻ واري جذبي هيٺ ئي سانگي پنهنجي ڀڻيءَ ڏانهن نيازنامو لکيو. اهِل هاراڻ کان ڪجهہ وقت پوءِ سانگيءَ کي پيغام پهتو تہ: 'جنهن بنگلي ۾ رهو ٿا سو اوهان کان پوءِ اوهان جو نہ رهندو؛ انهيءَ ڪري پنهنجي اولاد لاءِ ڪجهہ ڪريو.' جواب ۾ هي بيت چوائي موڪليائين تہ:

---

(١) پير صاحبڏني شاه، ٻاڙي واري کي بہ سانگي مجازي طور 'مرشد' سڏيو آهي (ڏسو قافيون ١٣١ ۽ ١٣٢ صفحو ٤٠٧، سنڌي ۾ "مرشد جي وفات تي مرثيو"، ۽ پڻ فارسي ۾ مرثيو "بماتم مرشديم" ص ٤٣٠) ڇاڪاڻ تہ حضرت شاه عبداللطيف جي ڏاڏي جي درگاه ڪريمي جو سجاده نشين هو، پر سندس حقيقي مرشد حضرت شاه عبداللطيف هو، جيئن تہ پنهنجي ڪلام ۾ بار بار ائين چيو اٿس.

اڄ تہ ڪُوڙ ڪن، اڳ پر نہ پنهوارن
اها وسم نہ راڄ جي سنڌن ماروئڙن
پرين پنهوارن، سونهان سوء مٺائيون.

استغني ۽ خودداري، انصاف ۽ رواداري، خودشناسي ۽ وضعداري، انساني همدردي ۽ انڪساري
سانگيءَ جي شخصيت جا مرڪزي اوصاف هئا جن سندس زندگيءَ کي زيب ڏنو ۽ سندس ڪلام
۾ انفراديت پيدا ڪئي.

## اولاد

مير عبدالحسين خان پنهنجا ٻہ پٽ مير خدايارخان ۽ احمد يارخان، ۽ ٻہ پوٽا مير عباس علي خان
۽ مير حسن علي خان (مير خدايارخان جا پٽ) پويان ڇڏي وفات ڪئي. جيئن تہ 'ڪاپ وارو بنگلو'
پروي ڪائونسل جي فيصلي موجب مير عبدالحسين خان کي ڪونہ مليو، انهيءَ ڪري سانگيءَ جي
وفات بعد رسومات پورا ڪري، سندس پٽ ۽ پوٽا هڪ سال کان پوء سنہ ١٩٢٥ع ۾ سندس پوين
'ڪاپ وارو بنگلو' ڇڏيو ۽ شهر حيدرآباد ۾ قبيلي جي اولهہ پيڇراپور(١) ۾ هڪ هندو رناتورڊ جج
کان مسواڙ تي جاء وٺي وڃي ويٺا. سنہ ١٩٢٦ع ۾ اها ڇڏي اچي 'ڪيناآباد' وارن بنگلن ۾ ويٺا.
سنہ ١٩٢٧ع ۾ سندن واسطي حڪومت طرفان ايڪيهہ هزار ست سؤ پنجاهہ رپيا عمارتن جي خرچ
لاء، ۽ پنج ايڪڙ زمين جاين لاء موجود تنبدي مير غلام حسين خان (پجاراڻي)(١) ۾ منظور ٿيا، جتي
حويلي ۽ بنگلا ٺهرائي هميشہ لاء سڪولت اختيار ڪيائون. اتي سانگيءَ جي ننڍي فرزند مير احمد يار خان
سنہ ١٩٤٣ع ۾ وفات ڪئي، ۽ وڏي فرزند مير خدايارخان سنہ ١٩٥٣ع ۾ وفات ڪئي. مير خدايارخان
جي وفات کان پوء سندس وڏو فرزند مير عباس علي خان سانگيءَ جي خاندان جو سربراہ ٿيو.
مير عباس علي خان ۽ سندس ڀاءُ مير حسن علي خان حال حيات آهن. مير عباس علي خان پنهنجي
حسن اخلاق، نيڪ نيتي ۽ نهٺائيءَ سان هن خاندان جي روايت کي روشن ڪندو اچي، ۽ گذريل
دؤر جي يادگيرين سان سانگيءَ جي سوانح کي آجاريندو اچي.

## (ب) سانگيءَ جون تصنيفون

پورين مون کي هوندو هو شوقِ شڪار — خوشدليءَ ۾ سو گذاريم روزگار...
پوء ڪيتر ماجسٽريٽي اختيار — آهي سالن کان ايهائي ڪاروبار
آنس جي خاطر انهيءَ وچ ۾ پڻ — شوق دل جي کان ٿيون تصنيفون رقم
'سوز سانگي' هڪڙو ڪاين جو ڪتاب — پڻ ٻيو 'لطائف لطيفي' مستجاب
تنهن کان پوء 'ديوان سانگي' ڪم تيار — جو ٿيو پڻ جلدن ۾ آهي آشڪار
هالي هن ڏينهن ۾ جوڙيان ٿو قيصَّص — جي وٺن ٿا وقت منهنجي مان حيصَّص.

---

(١) اصل 'پيڇاراپور'، جو اتي پيچارا آباد هئا.

(٢) مير غلام حسين خان پجاراڻي وارو ٽنڊو اصل ۾ ساڻي ڪلان جو هو، جا ميان نور محمد جي گهر ۾ هئي.

سال ١٩٠٤ع جي آخر ۾ پنهنجي تصنيف 'قصص راحت افزا' جي منظوم مهاڳ ۾ سانگي پنهنجي تصنيفن جو سلسليوار ذڪر مٿين شعرن ۾ ڪيو آهي. انهن تصنيفن کان سواءِ ٻيا نثري داستان لکيائين، پنهنجن باقي غزلن ۽ نظمن تي مشمل "ديوان سانگي جلد -٣" مرتب ڪيائين، ۽ فارسي ۽ اردو شاعرن جي ڪلام مان شعر چونڊي انهن انتخابن جا ٻه بياض تيار ڪيائين. هيٺ سندس انهيءَ جملي تصنيفن ۽ تاليفن جو ذڪر سنه تصنيف جي لحاظ سان سلسليوار ڏجي ٿو.

## ١. سوز سانگي.

هي ٻهريون ڪتاب هو جنهن ۾ سانگي پنهنجون چيل قافيون مرتب ڪيون. ١٢٩١هه کان وٺي قافين جوڙڻ ۾ ڪيس پوري دسترس حاصل ٿي جيئن پاڻ لکيو اٿس ته "آخر سنڌي قافين جي تصنيف ۾ سال ١٢٩١هه ۾ دسترس ڪمايئنبغي مُحصَّل ٿي ۽ صدها قافيون درج ڪتاب ٿيون"(١).

'سوز سانگي' سنه ١٢٩٣هه ۾ مرتب ٿيو. سانگي اهو سال تاريخ پنهنجي هڪ قافي ذريعي لروار ڪيو آهي، جا هن 'ڪليات' ۾ لمبر (١٠٨) طور ڏنل آهي(٢)، پر 'سوز سانگي' جي اصل نسخي ۾ اها غالباً بلڪل پڇاڙيءَ ۾ رکيل هئي. جيئن ته اها قافي تاريخي آهي جنهن جو قافيو 'ي' آهي، ان مان گمان نڪري ٿو ته قافين جو هيءُ مجموعو مير صاحب قافيي-رديف جي لحاظ سان 'الف-بي' وار تاليف ڪيو هو. سندس استاد آخوند احمد صاحب 'سوز سانگي' جي تاليف بابت هيٺيون تاريخي قطعو فارسي ۾ لکيو جنهن ۾ ڄاڻايو اٿس ته 'سوز سانگي' جي تاليف 'سومر ڏينهن تاريخ ٣-محرم' سنه ١٢٩٣هه ۾ تڪميل کي پهتي:

ابيات در تاليف ڪتاب موسوم بسوز سانگي بزبان سندي(٣)

| | |
|---|---|
| 'سوز سانگي' نامِ او آراسته | چون گلستانِ ارم پيراسته |
| غنچهاي نظم رنگارنگ او | زيب مينارا طراوت کاسته |
| از کلامِ مير صاحب شبه نيست | ... ... طبع شيرين ساخته |
| مير صاحب صاحبِ تاج ولوا | با رياضت سلطنت پيراسته |
| رنگ گل را نيست چندان اعتبار | و اين لطافت تاقيامت باسته |
| خلعتِ شاهي ز آرايش نصيب | دلق درويشي ز حق نوخواسته |
| آن قباء و اين عبا بريک وجود | از مڪارم ايزدي آراسته |
| نخلِ اميدش رطب آرد مرام | هم ميسّر از خدا دلخواسته |
| از محرم بد سيوم روزِ دوشنب | شد تمام اين گنج دل پرداخته |

(١) ديباچو ديوان -٢.

(٢) ڏسو ص ٣٠٠.

(٣) هي قطعو آخوند احمد جي دستخط قلمي بياض مان نقل ڪيو ويو آهي.

باسر 'صد' سال تاليفش بود — 'سونس غمديده گان آراسته' = ١٢٩٣
وازسر 'ياي' يقين تاريخ او — 'وه بود گنجينهٔ نوساخته' = ١٢٩٣
با 'الف' آگاه درگوش دلم — گفت 'هاتف گنج او پرداخته' = ١٢٩٣
'احمدي' دائم دعاگو مي بود — لطف شه او را بسي بنواخته

'سوز سالگي' وارو اصل اسخو ڪم تي ويو، جنهنڪري سنه ١٣١٠هه ڌاري ميين وڏل حيد
وري الهن قافين کي گڏ ڪرڻ شروع ڪيو، جيئن ته 'پهرئين ديوان' جي 'قطعه تاريخ
سانگي چوي ٿو(١):

'سوز سانگي' پهرين مون تصنيف ڪيو — جنهن ۾ قافين جو سراسر شغل هو
پاد ماڻهن پڻ سوين قافيون ڪيون — جي زبانن تي آهن رهجي ويون
آهي تنهن نسخي جو جامع ٿيو به شوق — تنهن وٽ آهي جنهن کي تنهن جو آهي ذوق
علوي القادري ميون وڏل — رهنماي سالڪان، صاحب عمل

'حيدري' جون گڏ ڪيل قافيون پوءِ 'ديوان سانگي جلد -٢' جي آخر ۾ ضميمي طور شامل ڪيون وي
'ديوان -٢' جي ديباچي ۾ سانگي چوي ٿو ته: "پوشيده نه رهي ته ڪتاب 'سوز سانگي' ا
وارو اصلاح ڪم تي ويو تڏهن جي قافيون ماڻهن جي زبانن تي رهيل ملي سگهيون سي فراهم ڪ
اهو بقيه 'سوز سانگي' جو، به ضميمه 'ديوان سانگي' جديد ڇپي جو ڪيو ويو".

## ٣. لطائف لطيفي.

حضرت شاه عبداللطيف جي سوانح حيات بابت فارسي نثر ۽ نظم ۾ هيءُ ڪتاب 'سوز سانگي
بعد تصنيف ڪيائين:

"تنهن کان پوءِ پيو پارسي ۾ ٿيو تيار — آهي لطائف لطيفي آشڪار"(٢)

هيءُ ڪتاب مير صاحب "تاريخ ١٠- ذي القعده سنه ١٣٠٥هه مطابق ١٩- جولاءِ ١٨٨٨ع جمعي ڏينهن
جوڙي راس ڪيو. ديباچي ۾ ڄاڻايو اٿس ته: شاه عبداللطيف جي باري ۾ ڪو نُڪتو ملندو هو ته قل
ڪندو ويندو هوس تان جو سنڌي ۾ هڪ رسالو تيار ڪيم... ڪجھ عرصي بعد مرزا قليچ، شاه صا
جي رسالي کي مرتب ڪرڻ شروع ڪيو ۽ راقم کي ڏاڍي خوشي ٿي، ۽ (شاه صاحب با
جيڪي به معتبر روايتون مون وٽ هيون سي مرزا صاحب جي حوالي ڪيم جن مان مرزا صاح
انتخاب ڪري (شاه صاحب جي سوانح بابت) ٻه جدا نسخا تيار ڪيا، هڪ انگريزي ۾ ۽
سنڌي ۾... مگر جيئن ته جملي حڪايتون ان ۾ داخل نه ٿيون ۽ هن قحط رجالي جي د

(١) ڏسو ص ٩١. ساڳئي صفحي تي ميين وڏل حيدري پڻ پنهنجي 'قطعه تاريخ' ۾ چيو آهي ته:
'مير صاحب پهرين قافين جو عجب تصنيف ڪيو — هڪ ڪتاب 'سوز سانگي' جو هو سارو سوز ساڻ'
(٢) ميون وڏل حيدري به 'ديوان اول' جي قطعه تاريخ ۾ چوي ٿو ته:
"بعد تنهنجي پيو به 'لطائف لطيفي' نظم ۾ — مدح مرشد ۾ ڪيئين تصنيف جنهن جو پيرو پاڻ"

۾ پيو ڪو جڏهن ڪو انهن کي پڌرو ڪري، ۽ ازان سواءِ جن مائهن کان مون اهي حڪايتون پڌيون سي بہ گذاري ويا، انهيءَ ڪري پَڪ چاتم تہ بنده کان پوءِ وري ڪو جڏهن الهن کان واقف ٿئي؛ انهيءَ ڪري محنت ڪري الهن پوشيده حالاتکي هن رسالي ۾ سهيڙيم ۽ ان جو نالو "لطائف لطيفي" رکيم.

هن ڪتاب جو هڪ نسخو خود سانگي جو پنهنجو هٿ لکيل، "تاريخ ١٠- آگسٽ ١٨٩١ع مطابق ٣- محرم الحرام سنہ ١٣٠٨هہ" تي ميين وڏل حيدري کي بطور يادگار تحفي طور ڏنائين، سو ميين وڏل حيدري جي عزيز مرحوم ميان عبداللطيف کان اسان کي مليو جنهن کي سوڏي سنواري شاه عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪميٽي طرفان شايع ڪرايو ويو آهي.

## ٣. ديوان سانگي، جلد پهريون.

سال ١٢٩٣هہ کان وٺي سانگي کي غزلن چوڻ جو ذوق پيدا ٿيو(١)، مگر 'سوز سانگي' (١٢٩٣هہ) ۽ 'لطائف لطيفي' (١٣٠٥هہ) جي وچ واري عرصي ۾ جيڪي غزل جوڙيائين تن مان گهڻا کي گم ٿي ويا ۽ کي 'ديوان سانگي جلد -١' لاءِ جمع ڪيائين(٢). غزلن جي گم ٿيڻ جي ارمان ٿي کيس ديوان مرتب ڪرڻ تي آماده ڪيو، جيئن تہ هڪ غزل ۾ چيو اٿس:

ڪيترا منهنجا غـزل جوڙيل آهـن گم ٿيا     جن جو اي دوستو! دل ۾ رهيو ارمان آهي
ليڪ چاتم تـہ نـہ رهندا جيڪي آهن باقي     جمع تڏ ڪيم سيئي، جن جو ٿيو ديوان آهي (٣)

سنہ ١٣٠٥هہ بعد سانگي ديوان مرتب ڪرڻ جو عزم ڪيو، ۽ ١- رمضان ١٣١٠هہ/مارچ ١٨٩٣ع هن ديوان جو نسخو لکجي تيار ٿيو(٤). جيتوڻيڪ ديوان جي پهرين ترتيب سنہ ١٣١٠هہ ۾ راس ٿي، مگر اهو ڇپيو ڪو نہ بلڪ قلمي حالت ۾ رهيو، انهيءَ ڪري ان سال کان پوءِ جا جوڙيل غزل پڻ ديوان جي ضخامت وڌائڻ خاطر سانگي ان ۾ شامل ڪيا. مثلاً سنہ ١٣١٢هہ (١٨٩٤ع) جي جوڙيل هڪ غزل ۾ چوي ٿو تہ:

هڪ هزار آهـي سـہ صد وده دو     جنهن ۾ دريا جي هئي چڙهائي ٿي...
پـوءِ جوڙيل غزل بـہ داخل ڪيم     جنهن کان ديوان جي بڙائي ٿي(٥).

غالباً عمر جي پنجاهہ سالن تائين سانگي جيڪي غزل چيا سي 'ديوان پهرين' ۾ داخل ڪيائين جاڪاڻ جو هڪ غزل ۾ چوي ٿو تہ:

---

(١) ديباچو "ديوان پيو".
(٢) قطعه تاريخ تڪميل "ديوان پهريون"، ص ٩١.
(٣) غزل ديوان پهريون، ص ٨٦.
(٤) سانگي ۽ ميون وڏل حيدري جا جوڙيل تاريخي قطعا، ص ٩١.
(٥) ديوان پهريون، رديف "ي"

# ڊِيوانُ سَانگي جلد اوّل

هي عجيب بي بها ديوان دل وندڙ ۽ روح ريجهائيندڙ
تصنيف شريف اعليٰ حضرت بندگان هِزهائينس
مـيـر صـاحـب مـيـر عبدالحسين خانصاحب
ٽالپر شهدادائي، اسپيشل فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ
صاحب بـهـادر ڊسٽرڪٽ حيدرآباد سنڌ جو
تهنجي مـسـتـر هريسنگم ولـد ٻيلگي مل
پٻلشر ۽ تاجر ڪتب سکر نئي جي پهنجي خرچ سان
ڇپائي پڌرو ڪيو

---

لاهور جي مصفائي پريس ۾
ڇپيو

دفعه اول سال ۱۹۰۳ع جلد (۵۰۰)
قيمت في جلد ٻارهن آنا ۰-۱۲-۰ جـلد ڪچو
ايضاً ۰-۰-۱ جـلد پڪو
ڇپائيندڙ جا سڀ حق واسطا قائم آهن.

’ديوان سالڪي جلد اول‘، پهرئين ڇاپي جو سرورق

# ڊيوان سانگي جلد ٻيو

هو

هي ڪتاب عجيب، بي بها ديوان، دل وندر ۽
رُوح ريجهائيندڙ، تصنيف شريف اعلیٰ حضرت
بندگان هزهائينس مير صاحب مير **عبدالحسين**
خان صاحب تخلص سانگي ٽالپر شهدادائي ۽
اسپيشل فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ صاحب بهادر
ڊسٽرڪٽ حيدرآباد سنڌ جو

---

تهنڪي مسٽر هريسنگم پينشنر ڪُتبخانہ سکر جي
عام ماڻهن جي فائدي لاءِ پهنجي خرچ سان
ڇپائي پڌرو ڪيو

---

## لاهور جي اسلاميه پريس ۾ ڇپيو

دفعه اول سال ١٩٠۴ع جِلد (٥٠٠)
جِلد ڪچو قيمت في جِلد تيرنهہ آنا ٠-١٣-٠
جِلد پڪو قيمت في جِلد هڪ رپيو ٠-٠-١

---

ڇپائيندڙ جا سڀ حق واسطا آهن

'ديوان سانگي جلد ٻيو'، ٻهرئين ڇاپي جو سرورق

عمر پنجاھ کي رسي سانگي        سال ويا گذري طبع سال نسي ٿي.

سانگي سنه ١٨٥١ع جي آخر ڌاري ڄائو ۽ انهيءَ حساب سان ١٩٠١ع جي آخر تائين سندس ي
پڪا پنجاه سال ٿي هوندي، حالانڪ قمري سالن جي حساب سان اڃان به اڳ ۾ پورا ٿيا هون
بهرحال مجموعي طور سان ائين چئي سگهجي ٿو ته سال ١٨٩٣ع کان وٺي ١٩٠١ع تائين سان
جا سنڌي، اردو ۽ فارسي ۾ چيل غزل ۽ نظم هن 'ديوان پهرئين' ۾ شامل آهن. ڇپائيءَ وا
هن ديوان جي ڪتابت ميان امدادعلي بليدي تاريخ '٢- جمادي الثاني جمع ڏينهن سنه ١٣٢٠
(آڪٽوبر ١٩٠٢ع) تي پوري ڪئي ۽ ديوان لاهور مان سال ١٩٠٣ع ۾ ڇپيو(١).

## ٤. ديوان سانگي، جلد ٻيو.

پهرين ديوان جي اوائلي تڪميل جي تاريخ (١- رمضان ١٣١٠هه) لکندي ٿي سانگي
ديوان جي جوڙڻ جو ارادو ڪيو هو:

جلد ٻئي جوڙڻ جي خواهش آهي ٿي        لاهي مشڪل سانگي، جي مهلت ٿي

جيئن ٿي 'پهريون ديوان' ١٩٠١ع ڌاري آخري طور تڪميلي صورت ڪي پهتو ته سانگي عمدا
ارادتاً نوان غزل جوڙڻ شروع ڪيا انهيءَ لاءِ ته 'ديوان ٻئي' جي جلد تڪميل ٿي سگهي:

جلد ديوان جو جلد ٻيو ٿيندو        طبع سانگي آهي تياري ۾

—

هڪڙو اڳي پورو ٿيو ٻيو جلد هلي ٿو        سانگي آهي ثاني ٿيو ديوان سخن جو

—

جلد تيار ٿيندو اي سانگي        جلد دويم هي منهنجي ديوان جو

١٩٠١ع کان وٺي ١٩٠٤ع واري ٽن سالن کن جي عرصي ۾ سانگي جيڪي غزل چيا تن
'ديوان ٻئي' ۾ مرتب ڪيائين. هن ديوان ۾ شامل ڪن غزلن ۾ ان وقت جون تاريخون موج
آهن، جن مان هڪ غزل ۾ مهيني اپريل سنه ١٩٠٤ جي پڇاڙي ۽ مهيني مئي جي جلد ا
(اندازاً صفر ١٣٢٢هه) جو اهڃاڻ ڏنل آهي:

سن اوڻيهه سؤ ۽ چار آهي        ٿيو ڪيئيءَ ۾ بهار آهي
اچڻ ۾ آهي ماهِ مئي        اها ها ها، اهو هو هو

غالباً مئي-جون سنه ١٩٠٤ع تائين چيل غزل ئي 'ديوان ٻئي' ۾ مرتب ٿيا هوندا ڇاڪاڻ ته
سگهو ئي پوءِ مهيني جولاءِ کان وٺي سانگي اثري داستان لکڻ ۾ مشغول ٿي ويو، جن جو ذڪ
هيٺ اچي ٿو. ديوان ٻيو سنه ١٩٠٤ع ۾ ڇپيو ۽ مٿين غزل جي اندروني شهادت مان ظاهر آه

(١) غالباً مير صاحب هن ديوان جو ديباچو ڪو نه لکيو.

تہ مهيني مئي بعد سنہ ١٩٠٤ع جي پوئين اڌ ۾ ڇپيو هوندو. ديوان ٻئي جو ديباچو سانگي هيٺين طور لکيو:

"ديباچو

الله اڪبر: بعد حمد لاتُعد" و بيحد و ثناءِ نعيتِ اوّل که افضل از مخلوقات است و متوسّلان و متعلقات و معتقدان حقيقي او سلم و اظهار عجوبات و شيونات ڪائنات و معبودات آنچه از بيوجودي بوجود آمده و از بيرنگي برنگ افتاده و از بي نشان نشان گرفته و از بيمثال به مثال رسيده، باعث کثرت حيرت و سبب عبرت عالميان گرديده ثانياً به مختصر مارب اکتفا ميشود - چنانچه از شائقان اين فن و قدرشناسانِ سخن مخفي و مستور نہ رهي تہ سال ١٢٨٥ نبوي قدسيءَ کان بعمر نوزاده ڪيءَ ۾ شوق دلي شعر و سخن جو ٿيو ۽ ڪيترا ديوان فارسي ۽ هندي ۽ برخي سنڌي مطالعي کان گذريا. آخر سنڌي ڪافين جي تصنيف ۾ سال ١٢٩١ھ ۾ دسترس ڪماهنبغي محصل ٿي ۽ صدها ڪافيون درج ڪتاب ٿيون. اهو نسخو موسوم به 'سوز سانگي' اتمام کي پهتو ۽ سال ١٢٩٣ نبوي من بعد وري غزلن جي غزالن جي ڊارڻ جو شوق مافوق حاصل ٿيو. تنهن وچ ۾ هڪ ڪتاب فارسي "لطائف لطيفي" تصنيف ٿيو ۽ آخر سال ١٣١٠ قدسيءَ ۾ "ديوان سانگي جلد اول" پوراڻي کي رسيو ۽ ڇاپ کي پهتو.* بعد ازان هن "جلد دويم" ديوان سانگي جي اتمام جي شغل ۾ شاغل ٿيس جو هي "ديوان سانگي جديد" آهي. پوشيدو نہ رهي تہ ڪتاب "سوز سانگي" ڪافين وارو اصلا ڪم ٿي ويو، تڏهن جي ڪافيون ماڻهن جي زبان تي رهيل ملي سگهيون سي فراهم ڪري، اوهو بقيو "سوز سانگي" جو بہ ضميمو "ديوان سانگي جديد جلد ٻئي" جو ڪيو ويو ۽ آخر ۾ ٿيل سہ حرفيون داخل ٿيون ۽ هاڻ ڇپيو آهي ۽ آسيد قوي تہ هي جديد سبب پنهنجي اصل قديم يعني "جلد اول ديوان سانگي" ساڻ گڏجي مطالعي ڪندڙن قدردانن جي خوشي وافي حاصل ڪندو ۽ اعتراض خود پسندن کان بچندو ۽ جي لائق تحسين هوندو تہ گهڻا صاحبِ انصاف سندس ياري حقي ڪري معترض کي ملائم ڪندا و اِلّا. زياده بدل داعيِ يار اخيار آهيان - والسلام بشوق تمام."

## ٥. "ڪهاڻي محبت هاڻي: قصو شاهزاده دلارام ۽ گل اندام جو ۽ شهزادي گلفام ۽ نازڪ اندام جو".

هي پهريون نثري داستان يا افسانو هو جو سانگي تصنيف ڪيو. هن داستان جو 'شروع' توڙي آخر ۾ 'منظوم پچاڙي'، ٻئي سانگي مهيني "جولاءِ ١٩٠٤ع" ۾ لکيا جنهن مان ظاهر آهي تہ هي داستان جولاءِ ۾ تصنيف ڪيائين. غالباً جون تائين 'ديوان ٻئي' جي ترتيب جو سلسلو ختم ٿي چڪو هو ۽ جولاءِ کان وٺي سانگي نثر ۾ افسانا لکڻ شروع ڪيا. هي قصو هر پسنگ پنهنجر

* ڇاپ کي ڏهہ سال پوءِ ١٣٢٠ھ برابر ١٩٠٣ع ۾ پهتو (ن).

مالڪ ڪتبخانہ سکر جي اسلاميہ پريس لاهور مان ڇپايو ۽ سنہ ١٩٠٤ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هي داستان ليٿو جي ڏکي تختي وارن ستانوي صفحن تي مشتمل آهي.

## ٦. "آڪاڻي رات وهاڻي: قصو گلرنگ شاه ۽ گل اندام جو".

هي پيو افسانو هو جو سانگي لکيو، ۽ هريسنگ مالڪ ڪتبخانہ سکر جي اسلاميہ پريس لاهور مان سن ١٩٠٤ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هي داستان ليٿو جي ينجهٺ صفحن تي مشتمل آهي.

## ٧-٩. "قصص راحت افزا".

مٿين افساني ڪان پوءِ سانگيءَ ٽي افسانا لاڳيتا لکيا: پهريون داستان 'دلڪشا'، ٻيو داستان 'پوري پچا' ۽ ٽيون داستان 'لطيف خوشنما'. هن مجموعي کي 'قصص راحت افزا' (يعني راحت افزا قصا) جو نالو ڏنائين، ۽ انهيءَ نالي سان اٺانوي صفحن تي مشتمل هڪ جلد ۾ هريسنگ مالڪ ڪتبخانہ سکر، اسلاميه پريس لاهور مان سنہ ١٩٠٤ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا. هن مجموعي جي آخر ۾ سانگي پنهنجي 'تاريخي نظم' ۾ سال تصنيف '١٣٢٢هجري ۽ سال ١٩٠٤ع جي ڇپائي' ڄاڻايو آهي:

| | |
|---|---|
| جنهن ۾مون هي دفتر لکيا هاڻي جي تي ويا برملا | تيرهن سؤ ٻاويهہ سال ٿيا از هجرت خيرالوريٰ |
| جنهن ۾ آهي پوري ٿي وئي آڪاڻي هي راحت‌افزا | اوڻيهہ سؤ چار عيسوي آهي ڇپائي سال جي |

## ١٠. "قصه دلچسپ".

هي قصو سمن آباد جي بادشاه چمن شاه جي ذڪر سان شروع ٿئي ٿو. هن افساني جي منظوم مهاڳ ۾ سانگي ان کي چوٿون نمبر ڪري ڄاڻايو آهي

قصہ دلچسپ چوٿون آهي هي     بي‌وفائي ٿـو ڏيکاري دهـر جـي

حالانڪ ڳاڻيٽي جي لحاظ سان هي ڇهون افسانو شمار ڪرڻ گهرجي. غالباً اشاعت جي لحاظ سان سانگي هن کي چوٿون نمبر ڪري شمار ڪيو، ڇاڪاڻ تہ 'قصص راحت افزا' بعد ڇپيو. هي قصو ليٿو جي پنجيتاليهن ڪن صفحن (١) تي مشتمل آهي، ۽ لاهور اسلاميه پريس مان هريسنگ سنہ ١٩٠٤ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

## ١١. "داستان فرحت افزا: قصو فرحت جان، خاطر ياران".

هي افسانو مقبول شاه بادشاه جي مذڪور سان شروع ٿئي ٿو. هي آخرين داستان هو جو ١٩٠٤ع ۾ سانگي تصنيف ڪيو. افساني جي منظوم مهاڳ ۾ چوي ٿو تہ:

سال اوڻيهہ سؤ چـار آهـي     چـمـن طـبـع کـي بهار آهـي

---

(١) سنهنجي آڏو جيڪا ڪاپي آهي تنهن ۾ صفحي ٤٢ بعد وارا صفحا ڦاٽل آهن، پر جلد جي حاشيي ۾ جيڪي پنن جا ٽڪر اٽڪيل آهن تن مان پائنجي ٿو تہ باقي هڪ ورق متن جو ۽ پيو آخري ورق ڇپائي وارو آهي.

افساني جي منظوم بچاڻي ۾ سانگي هن کي 'چهون قصو' ڪري شمار ڪيو آهي، حالانڪ ڪاڻيٽي جي لحاظ سان هي ستون افسانو آهي. بقول سانگي:

سال اوڻيهه سؤ ۽ چار هي عيسوي — جنهن ۾ آڪالي بچالي ڪي رسي
هي ڇهون قصو ٿيو آهي تيار — سڀ ٿا ڏيکارين رنگ روزگار

بهرحال ظاهر آهي تہ هن افساني لکڻ جي شروعات توڙي ڇپائي سنہ ١٩٠٤ع ۾ ٿي. هي قصو پڻ مسٽر هريسنگ، لاهور جي اسلاميہ پريس مان سنہ ١٩٠٤ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو، ۽ ليٿو جي اوڻيتاليهہ صفحن تي مشتمل آهي.

## ١٢. ديوان سانگي جلد ڏيون.

هن ديوان جي پڇاڙي ۾ ذئل "تاريخي قطعن" ۾ سانگي ڄاڻايو آهي تہ هي ديوان 'سومر ڏينهن نصف ماه رمضان سنہ ١٣٢٦هہ مطابق ١٢- آڪٽوبر ١٩٠٨' تي جڙي راس ٿيو. هن ديوان ۾ سانگي جي ڪلام جو ذخيرو سندس ٻهرين ٻنهي ديوانن کان سرس ۽ سوايو آهي. ديوان پٺي ۽ هن ديوان ٽئين جي تڪميل وارين تاريخن مان ظاهر آهي تہ 'ديوان ٽئين' ۾ جولاءِ سنہ ١٩٠٤ع کان وٺي آڪٽوبر ١٩٠٨ تائين سانگي جي چيل غزلن جو ذخيرو شامل آهي. مگر سانگي سال ١٩٠٨ کان پوءِ بہ سورهن سال ١٩٢٤ع تائين زنده رهيو، ۽ انهيءَ عرصي ۾ پڻ غزل چيا هوندائين جن کي شايد هن 'ٽئين ديوان' ۾ شامل ڪيائين. هن ديوان جو قلمي نسخو جيڪو سانگيءَ جو پنهنجو هٿ لکيل آهي، غير مطبوع رهجي ويو، ۽ ٻهريون پيرو هن 'ڪليات' ذريعي شايع ٿي رهيو آهي. هن ديوان جي آخر ۾ تاريخي قطعن کان پوءِ نثر ۾ سانگيءَ جو مختصر طور لکيل 'ديباچو' ۽ ان بعد سندس دوست ۽ ساٿي مير گل حسن خان جي نثر ۾ لکيل عبارت آهي جنهن مان ظاهر آهي تہ هن سانگيءَ وٽ هي ديوان ٽيهين ڊسمبر ١٩٠٩ تي مڪمل صورت ۾ ڏنو:

### ديباچه

بعد حمد حضرت آفريدگار جل جلاله و نعت جناب رسالت مآب احمد مختار صلی الله عليه وعلیٰ آله الاطهار و صحابه صداقت شعار-

پوشيده مباد - جيئن تہ اڳ ۾ ٻہ جلد، ديوان سانگي جلد ٻهريون ۽ ٻيو، ڇاپجي مشتهر ٿي ويا، هاڻي هي ٽيو ڀاڱو يعني 'جلد ٽيون ديوان سانگي' پورو ٿيو. بحڪم احڪم الحاڪمين ڇاپجي مصنف ۽ وابستگان مصنف ۽ ڪاتب ۽ مشتهرن ۽ مطالع ڪندڙن ڪاڻ مبارڪ ٿيندو- آمين ثم آمين - ۽ شائقن قدردانن لاءِ باعث الس جو ٿي سندن قيمتي خوشي حاصل ڪندو ۽ دعا ڪندو ۽ گهرالو تہ سانگيءَ جو سانگ سالم رهي. والسلام

عبرت

مرحوم مير صاحب خان بهادر مير گل حسن خان ٽالپر خيرپور مان تشريف آور ٿيو ۽ هي ا
هيٺيان درج ڪيائين جي هينئر حيرت افزا آهن جي جنسي هن پرڪند ٿي ڇنڊيا ويا
ڪو ڏينهن اهڙو به ايندو جو هي منهنجو نوشتو به حيرت آثار بندو.
”اڄ خوش قسمتي سان هن وقت مير هزهائينس جن جي خدمت ۾ مهمان آهيان ۽ دست بد
آهيان ته هي 'ٽيو جلد ديوان سانگي' جو ڇاپخاني مفيد عام و خاص ٿي صاحب ملوڪ ۽
صاحب خير ۽ صاحب حق مند لاء فيض ۽ عناد ۾ سوزان ۽ ٽالان ٿين ـ اللهم آمين ثم آمين.
هي اهو وقت آهي جو 'سول سود' نزديڪ به اتمام آهي ۽ 'نصرمن الله و فتح قريب' جي
اميد امير ۽ فاتح حقيقي ۾ آهي ته هن غريب سانگي مصنف هن ديوان جي حق ۾ ته
سندس سانگ هميشه سالم ۽ قالم رهندو.“

## ۱۳. فارسي شاعرن جي ڪلام مان انتخاب.

'ديوان سانگي، جلد ٽئين' جي تڪميل ڪان فراغت بعد سانگي فارسي شاعرن جي ڪ
مان انتخاب جو ڪم هٿ ۾ ڪيو. جيئن پاڻ ڄاڻايو اٿس ته 'تاريخ ۵- شعبان ۱۳۲۶ھ' (سيپٽمبر ۱۹۰
تي هي انتخاب ڪرڻ شروع ڪيائين ۽ تاريخ ۸- ذوالحج ۱۳۲۶ھ مطابق ۱- جنوري ۱۹۱۰
پورو ڪيائين. هي انتخاب سانگي جي پنهنجي هٿ لکيل بياض جي صورت ۾ موجود آهي، جن
۾ ٻوڻن ٻن سون ڪن شاعرن جا چونڊ فارسي اشعار قلمبند ڪيا اٿس، جن ۾ سنڌ جا هيٺيان ڪ
ڪن شاعر پڻ شامل آهن (۱): محسن ٺٽوي، حاجي عثمان، سرفراز، مخدوم محمد روشن حيدرآبادي
آدم بروهي، سيد غلام محمد شاه گدا، مرزا محمد عزيز، مير جان الله شاه روهڙي، رسول بخش ر
۽ پير صاحب حزب الله شاه مسڪين. هڪ جاءِ تي پنهنجا چونڊ اشعار پڻ درج ڪيا اٿس.

## ۱۴. مثنوي مشتمل برسر گذشت دار و گير.

مير حسن علي خان جي وفات بعد سندس ملڪيت جي وراثت تان خاندان ۾ نزاع ٿيو جنهن
۾ هيٺين ڪورٽن ۾ مقدما هليا ۽ بالاخر مير عبدالحسين خان پروي ڪائونسل لنڊن ۾ اپيل ڪئي
جا رد ٿي. هن سڄي داروگير ڪي اوائلي داستان ۽ سورهن سؤ ايڪهتر شعرن تي مشتمل هڪ
فارسي مثنوي ۾ منظوم ڪيائين. هي مثنوي لنڊن ۾ اپيل رد ٿيڻ ۽ معاملي جي آخري طور نبيڙ
ٿيڻ تي نومبر- ڊسمبر ۱۹۱۵ ۾ منظوم ڪيائين، جيئن ته آخر ۾ ڏنل تاريخي مصرع مان ظاهر
آهي (۲). طوالت سبيان هن مثنوي کي 'ڪليات' ۾ شامل نه ڪيو ويو آهي. هيٺ 'داستان اول'

---

(۱) انتخاب تي هڪ سرسري نظر وجهندي تخلص جي مدنظر اهو اندازو لڳايو ويو.

(۲) ”بريده سر دشمن و کونيان ـ بگفت هاتفي خائن خاندان“ (۱۳۵۸–۲۴ = ۱۳۳۴ھ = ۹ نومبر ۱۹۱۵ع).

جو شروعاتي حصو ۽ آخري 'داستان اوڻويهين' کان پوءِ 'ابل جي فيصلي بابت' مثنوي جي پڇاڙي وارا اشعار ڏجن ٿا، حالانڪ هن مثنوي کي دلچسپ بنائڻ خاطر مير موصوف ان جي خشڪ مضمون کي 'ساقي نامي' جي شعرن سان سينگاريو آهي.

## مثنوي جي شروعات

### داستان اول

کنم بندگي خاص معبود را　　که او ابر نيسان کند دود را

خداوند عالم زمين آفريد　　مکان آفريد و مکين آفريد

نبايد بدولت نمودن غرور　　که هست او تعاليٰ غفور و غيور

خداوند عالم مرا يار بس　　جهان آفرينم نگهدار بس

چو شد او تعاليٰ مددگار من　　چه باک از ددو ديو و از اهرمن

بمن چون نکردند روزِ سفيد　　نمودند خود را بخود نا اميد

يکي را بديدم نزديک چاه　　که خود را بغفلت نمايد تباه

دگر طرف کردست چشمان خويش　　يکي چاه تاريک دارد به پيش

سوئي چاه شيطان شدش رهنما　　بگرداند اورا ز راهِ صفا

چو ديدم که او مي رود سوئي چاه　　کنم صبر زين صبر باشد گناه

بگفتم که اي مرد هشيار باش　　ز گردون گردان خبردار باش

که هر هيچ باشد سرائي سپنج　　گهي گنج مي آرد و گاه رنج

کسي را بخواهد گدائي دهد　　کسي را همين کج کلاهي دهد

کسي را کند مرد يزدان پرست　　کسي را کند خاص شيطان پرست

مگر هر که آرد به ايزد پناه　　به گردونِ گردان نيارد نگاه

بزرگان ما چون بخلدِ برين　　برفتند شد آسمان بر زمين

که بودند با افسر و دستگاه　　به تاج و نگين و سرير و سپاه

به گرز و کمان و به تيرِ دوبند　　به شمشير با تاب داده کمند

کنون نام شان زنده داريم باز　　بمانيم در دهر گردون فراز

نبايد که در چاه تاريک و تار　　بيندازد اين گردشِ روزگار

نبايد درين وقت حيران شويم　　به کامِ شغالان و گرگان شويم

چه غم زانکه خون ريزدم از گلو　　نه ريزد مگر قطره از آبرو

دُر از آب در گوشواره شود　　بجز آب اورا نه کس بنگرد

چو مردان رفتند مردانه شو　　بجائي بزرگان بزرگي بجو

پئي دودمان جهد کردن رواست　　سر انجام آن کار کارِ خداست

بجوئیم اصلاح از بخردان — مدد باید از خالقِ انس و جان
نباید که ناموس و نامِ قدیم — خرابي پذیرد به فعلِ رجیم
نباشد که نزدیک آید رجیم — چو نزدیک باشد علّيِ العظیم
بسي آزمودم درین شصت سال — کمالي به شیطان رسد در زوال
بوقتِ زوال او شود چاپلوس — خرابي رساند بطمعِ پلوس
بگیرید پلوس هم بریزد بخاک — بسي آبرو تا نماید هلاک
همان به که از دیو دوري بود — صلاحِ بزرگان ضروري بود
بجوئیم با مصلحت نام را — بگیریم آن طایرِ کام را
که در دام او مي بیفتد چنان — نه پرد بکامِ دلِ دشمنان
کنون گرچه ظاهر زوال آمد است — خرابي به اوج و کمال آمدست
همان به که این مرض مهاک بجا — ز حکمای حاذق پذیرد دوا
نه باید که اورا طبیبانِ نیم — رسانند بر درجۀ سخت بیم
تمیزي بباید نمودن چنان — شناسیم از دوست و ز دشمان
بسي دشمنان مي نمایند دوست — که زین دوست لاریب دشمن نگوست
اگر دوست باشد کند طمع بیش — چو زنبور باشد نهان کرده لیش

مثنوي جا پڇاڙي وارا اشعار

فیصلہ آخرین

به ماهِ محرم به لندن اپیل — شده رد از حکم قادر قدیر
مخالف ز دنیا نشد سربلند — نه خود یافته خواسته جز گزند
هر آنچه به تقدیر بوده شده — بحمدِ الهي زبان ساخته
که املاک عائد شده سربسر — به همشیره والدم بیخطر
شده مالکِ مال تدسي نشان — که از خالدانم بُده خون آن
ازو کس برد مال با ظلم و زور — دهد امتحان خود بتاریک گور

کنون ختم شد قصۀ گیر دار
بماند ز عبدالحسین یادگار

## ١٥. اردو شاعرن جي ڪلام مان انتخاب.

هن بياض جي تقريباً چئن حصن ۾ اردو شعرن مان انتخاب ۽ باقي پنجين حصي فارسي شعرن مان انتخاب سانگيءَ جي پنهنجي هٿ اکرين قلمبند ٿيل آهي. اردو شعرن جو مختلف ديوانن ۽ تذڪرن مان ڪيائين، ۽ اشعار اقل ڪندي جيڪي تاريخون قلمبند ڪيو تن مان پڌانجي ٿو تہ هي انتخاب سنہ ١٩١٩ع ۾ ڪيائين. تاريخ '٦- مئي ١٩١٩ع' ۽

ديوان مان انتخاب پوري ڪرڻ تي لکيو اٿس تہ ”اس ديوان ناياب کے چيدہ پسنديدہ بقدر تميز ناچيز اقرب الي‌الفهم چن کر جدا نسخہ انتخاب سهوليت کے لئے کرکے دوسري ڪتاب پر تسطير کيا گيا.“ انتخاب جي آخري حصي ۾ ان ٻن ماخذن جا نالا ڏنا اٿس: هڪ هنڌ لکيو اٿس تہ ”انتخاب گلشن بي‌خار اتمام پذيرفت ٧- سپٽمبر ١٩١٩ع - بہ بنگله کناره درياى سند“، ۽ ٻيءَ جاءِ تي ”انتخاب ديوان ’عاشق هندو‘ تمام هوا ١٢- دزمبر ١٩١٩ع بہ بنگله خودم کناره درياى“ جي عبارت قلمبند ڪئي اٿس. هن ضخيم انتخاب ۾ ڇهہ سؤ کن ”هندى و اردو شعراء“(١) جي ڪلام مان اموني طور چونڊ اشعار نقل ڪيا اٿس. انتخاب ۾ ’الف-بي‘ وار ترتيب مان اندازو ٿئي ٿو تہ هن انتخاب وقت سانگيءَ جي اڏو ڪم از ڪم ٻہ تذڪرا ۽ ٻيا جدا جدا شاعرن جا ديوان سامهون هئا.

سانگيءَ جي ڪتابن جو ذخيرو جو اسان تائين پهتو آهي سو مٿين پندرهن تصنيفن ۽ تاليفن تي شاهد آهي. ازانسواءِ(٢) ٻيون اڻڇپيون مثنويون پڻ منظوم ڪيائين، جن ۾ هڪ سؤ شعرن تي مشتمل سندس فارسي مثنوي ”شڪارنامه“ جا ’خميس ڏينهن تاريخ ٣- شعبان ١٢٩٣هہ‘ شڪارگاه ۾ منظوم ڪيائين ۽ ’٧- شعبان تي ان جي ڪتابت ٿي‘، خاص اهميت رکي ٿي(٣).

## (ج) سانگي بحيثيت محقق ۽ اديب

مير عبدالحسين خان اميراڻي گهر ۾ ڄائو، ۽ باوجود ناسازگار حالات جي کيس لائق ۽ فائق استادن جي ذريعي سهڻي تعليم ۽ تربيت ملي. سندس چاچو مير محمد حسن علي خان پاڻ هڪ عالم، اديب ۽ شاعر هو، جنهن جي زيرِ نظر علمي ۽ ادبي ماحول ۾ سانگيءَ جي پرورش ٿي. ڪتاب ۽ ڪتبخانو، ڪتابت ۽ تصنيف، مطالعو ۽ شاعري هن ماحول جا مکيہ پهلو هئا. سانگي جيئن ئي ساماڻو تہ الهيءَ علمي ۽ ادبي ماحول کي پنهنجو ڪيائين ۽ انهن مشغلن ۾ اڳتي وک وڌائڻ جي ڪوشش ڪيائين. عالمن، اديبن ۽ شاعرن سان صحبتون ڪيائين ۽ پنهنجي طرفان نيازمنديءَ سان سندن قدرداني ڪيائين؛

سانگيءَ جيڪي پنهنجي استادن کان پرايو ان کان وڌيڪ هن پنهنجي مطالعي کي وسيع ڪيو. سنڌي، فارسي ۽ اردو جي ادبي شاهڪارن کي پنهنجي مطالعي هيٺ آندائين(٤)؛ ازانسواءِ قدري عربي ۽ انگريزي مان پڻ واقفيت حاصل ڪيائين. کيس موروثي طور جيڪي ڪتاب مليا تن کان وڌيڪ ٻيا ناياب ڪتاب هٿ ڪري پنهنجي ڪتبخاني کي وڌايائين، ايتريقدر جو اهو ڪتبخانو

---

(١) سانگي ائين لکيو آهي، مگر سڀ اردو جا شاعر آهن.

(٢) مرزا عباس علي ٻڌايو تہ ”صرف و نحو پارسي“ قلمي مير عبدالحسين خان سانگيءَ جو خود پنهنجو هٿ لکيل، مرحوم مرزا گل‌حسن وٽ هو (جو مرزا عباس علي پاڻ ڏنو هو).

(٣) ڏسو ڪليات، ص ص ٥١٠-٥١٤.

(٤) ”ديوان ٻيو“ جي ديباچي ۾ سانگيءَ پاڻ ٻڌايو آهي تہ کيس شعر و سخن جو شوق نوجواني کان ٿيو ۽ ان وقت کان ”ڪيترا ديوان فارسي ۽ هندي ۽ ٻرخي سنڌي مطالعي کان گذرڻ لڳا.“

سندس چاچن يا سؤٽن جي ڪتبخانن جهڙو ٿي ويو(۱). اوجواني واري دؤر کان وٺي سانگي
جي حفاظت ۽ سنڀال شروع ڪئي. ڪن ڪتابن جا عنوان نوَن سرورقن تي جلي حرفن ۾
لکيائين. سنه ۱۲۹۳ھ ۾ جڏهن سندس عمر ۲۵ سال کن هئي ۽ گهڻو عرصو پٽ تي گذاريندو
ته اتي به ڪتابن جي سنڀال ۽ جوڙجڪ ڏي سندس ڌيان هوندو هو. ان وقت وارو ڪتاب 'طب مراد'
جو سندس دستخط سرورق اسان هيٺينءَ طور لکيل ڏٺو:

سانگي جي مهر

ڪتاب هذا مسمىٰ به

طب مراد تصنيف شريف حضرت مير صاحب

جنت مکان سرڪار جهان مدار مير مراد علي خان

انارالله برهانه واليِ سند

ملڪية خادم الفقراء عبدالحسين عفي عنه

تاريخ ۲۹- جمادي الثاني ۱۲۹۳ھ

در مکان جنت نشان

پٽ شريف

اندراج يافت

سماع اهل دل از روئي شادماني نيست سپند از سر آتش ز درد مي خيزد

تصنيف صائب

---

(۱) اهو ناياب ڪتبخانو سانگي جي وفات بعد درهم برهم ۽ گهڻو تڻو درياءَ داخل ٿيو. مير صاحب جي خا
سرائي موسي مرحوم پنهنجي هڪ خط ۾ اسان کي اطلاع ڏيندي لکيو ته: ”مون کي سخت ڏک آهي
هز هائنس جو ڪتبخانو مون ڏٺو هو جنهن جو سندس پوين قدر ڪو نه ڪيو؛ يعني اهي ناياب ڪتاب هئا
مير نور محمد خان يا مير حسن علي خان جي ڪتبخاني ۾ نه هئا. (سانگي جي وارثن) ڇا ڪيو جو ڳوٺيون ۾
(ڪتبخانو) درياءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو جو هنن کي اچي ڏپ ورتو ته بنگلي ۾ اسان کي رهڻ ڪو نه ڏيندا ۽
ڪتاب اسان کان ٻي ڏر کڻي ويندي.“

عبدالحسين خان شاگردي واري دؤر کان وٺي فن ڪتابت ڏانهن پڻ مائل ٿيو ۽ مسلسل مشق سان هن فن مان چڱو حظ حاصل ڪيائين. نموني طور ستن قسمن جا خط لکي ڇاڏندو هو. فن ڪتابت ۾ دسترس ڪري ڪيترائي ڪتاب خود پاڻ لکي پنهنجي ڪتبخاني جي زيب زينت بنايائين. ڪتابت واسطي جدا جدا قسم جا قلم استعمال ڪيائين. حياتي جي پوئين دؤر ۾ بعضي انگريزي سٽيل استعمال ڪيائين ته ان 'انوکي عمل' جو خاص ذڪر ڪيائين. مثلاً مير غلام حسين خان ۽ مير بهرام خان جي وچ ۾ ٿيل انجام نامي کي نقل ڪرڻ بعد لکيائين ته:

"بقلم آهنِ انگلشي نوشته
عبدالحسين ٽالپر
٢٥- مئي ١٩١٨"

سندس دستخط ڪتابن ۽ خوشخط عبارتن جي بناء تي چئي سگهجي ٿو ته مير عبدالحسين خان سنڌ ۾ 'خطاطي' جي زوال واري دؤر ۾ وقت جي فائق ترين خطاطن مان هو. ازانسواء مير صاحب هر فن جو چاهيندڙ ۽ قدردان هو. ٽنڊي آغا جي مرزا قاسم علي بيگ جي زريعه جي ڪم کان متاثر ٿي ڪيس ٢٢- جنوري ١٨٨٦ع تي فارسيءَ ۾ هڪ سرٽيفڪيٽ لکي ڏنائين. موسيقي سان پڻ سانگي کي خاص شغف هو. گهر ۾ "پيانو" موجود هو جنهن تي سندس زوجه مغربي طرز جون ڌنون وڄائيندي هئي. سانگي کي پيٽائي صاحب جو راڳ ۽ سنڌي ڪافين جي لئي، پيٽي نهايت وڻندڙ هئا. پاڻ ڪافيون جهونگاريندو هو، ۽ وٽس يڪتاري تي ڪافين ڳائڻ جون محفلون متل هونديون هيون. تصديق طور خود پاڻ چيائين ته:

سانگي سچ ٿو چوان منهنجو        روح ٿو ريجهي راڳن تي(١)

بهرحال سانگي پاڻ ۾ ادب ۽ فن جي پرک پروڙ واريون وڏيون صلاحيتون پيدا ڪيون. عملي طور انهن صلاحيتن کي استعمال ڪندي، هڪ اديب جي حيثيت ۾ هن نثر توڙي نظم ۾ جوهر ڏيکاريا. هڪ محقق جي حيثيت ۾ حضرت شاه عبداللطيف جي سوانح ۽ ڪلام تي کوجنا ڪيائين؛ نثر ۾ افسانا ۽ داستان لکيائين؛ نظم ۽ شاعري جي ميدان ۾ سنڌي، اردو توڙي فارسيءَ ۾ کوهه کنيائين. سواءِ سندس سنڌي شاعري جي جنهن تي اسان آخر ۾ تفصيل سان لکنداسون، هيٺ اسان سانگي جي حضرت شاه صاحب تي تحقيق، نثر ۾ افسانه نگاري، اردو شاعري جي ذوق ۽ فارسي شعر سان شغف تي قدري روشني وجهون ٿا.

## لطيف جي سوانح ۽ رسالي جي محقق جي حيثيت ۾

مير عبدالحسين خان سانگي پهريون سنڌي عالم هو جنهن حضرت شاه عبداللطيف جي سوانح ۽ ڪلام جو تحقيقي مطالعو ڪيو. شاه صاحب جي سوانح ۽ ڪلام ڏانهن متوجهه ٿيڻ لاءِ مير صاحب

---

(١) "قصه دلچسپ" ۾ شامل هو نظم جي مصرع.

ڪي ڪيترائي سبب هئا. حضرت شاه صاحب سان محبت اول ته ڪيس ورثي طور مليو، جو سندس ڏاڏن مير محمد نصير خان، مير نور محمد خان ۽ مير محمد خان درگاه لطيفي جي وڏي عقيدت خدمت ڪئي هئي. مير محمد نصير خان، شاه صاحب جي مسجد ۽ روضي جي مرمت ڪرائي، ۽ شاهي ڪوٽ ڏياري درگاه لطيفي کي وڏيڪ سينگارڻ جو ارادو ڪيو هئائين پر قيد فرنگ ۾ تي پيو ۽ سندس مراد پوري نه ٿي. علمي ۽ ذهني طور مير عبدالحسين خان کي غالباً سندس بزرگ استاد آخوند احمد سانوڻي حضرت شاه صاحب جي بلند پايه شخصيت ۽ شاعرانه عظمت ڏانهن متوجهه ڪيو.

آخوند احمد صاحب جي گهراڻي جي حضرت شاه عبداللطيف سان وڏن کان وٺي محبت هئي. هالا طرف جيڪي علمي خاندان هئا تن مان حضرت شاه صاحب جو سانوڻي گهراڻي سان سڀ کان وڌيڪ تعلق هو ۽ آخوند احمد صاحب جي وڏي ڏاڏي حاجي متين الدين کي پنهنجو دلق پاڪ طور ڏنو هئائين (۱). آخوند صاحب پاڻ عالم، شاعر ۽ قادري طريقي جو صوفي بزرگ هو ۽ شاه صاحب جي سوانح توڙي ڪلام سان سندس دلچسپي هئي جنهن جو اظهار سندس علمي صحبتن ذريعي مير عبدالحسين خان جهڙي ذهين طالب علم لاءِ مشعلِ راه بڻيو. اسان مٿي چئي آيا آهيون ته شاه سانگي سال ۱۲۶۸هه صفر جي ۱۴- تاريخ ڄائو(۲). آخوند احمد صاحب کي تاريخي قطعن جوڙڻ ۾ وڏو درڪ هو، ۽ حضرت شاه صاحب جي ولادت ۽ وفات جي تاريخن کان يقيناً واقف هو. بالڪل ممڪن آهي ته هن پنهنجي شاگرد مير عبدالحسين خان جو توجهه انهيءَ طرف ڇڪايو هجي ته سندس ولادت واري تاريخ ساڳي حضرت شاه صاحب جي وفات واري تاريخ آهي. اهو هڪ گمان آهي پر اهميت کان خالي نه آهي. ٻئي طرف ڪافي وثوق سان چئي سگهجي ٿو ته نوجوان عبدالحسين خان جي حضرت شاه عبداللطيف جي درگاه سان آشنائي ۽ اتي جي فقيرن ۽ عالمن، خاص طرح ميين احمد ۽ سندس پائرن، سان واقفيت سندس استاد آخوند احمد صاحب جي صحبت ذريعي ٿي.

وڏن جي اڳاٽي تعلق سببان آخوند احمد صاحب سانوڻي جي پٽ شاه جي پير سيد الله بخش سان ڏيٺ ويٺ هئي. پٽ تي ان وقت ٽي پائر ميون احمد، ميون محمد، ۽ ميون حسين رهندڙ هئا جي حضرت شاه صاحب جي استاد ميين نور محمد جا پڙپوٽا هئا ۽ پٽائي صاحب جي سوانح، رسالي ۽ راڳ کان پوريءَ طرح واقف هئا. ميون احمد عالم هو جنهنڪري آخوند احمد صاحب ۽ ميين احمد پٽائي جي وچ ۾ گهاٽو تعلق پيدا ٿيو. ٻئي بزرگ عربي ۽ فارسي جا عالم، اديب ۽ شاعر هئا؛ هڪٻئي سان سندن خط وڪتابت رهي ۽ اهي خط بي تحاشا عربي توڙي فارسي ۾ لکيائون. ميين احمد صاحب پٽائي کي ڪتاب گهرندا هئا ته آخوند احمد صاحب ڏي لکندا هئا. اسان جي نظر مان جيڪي خط گذريا تن ۾ سڪندرنامه، نصيري شرح نسخه شرفنامه، شرح عربي گلستان بابت

---

(۱) لطائف لطيفي، ص ۱۵۱.

(۲) ڏسو مٿي ص [۴] جو حاشيه.

آخوند صاحب ڏي لکيائين. سنڌس تحرير مان معلوم ٿئي ٿو ته ميون احمد پتائي عربي جو عالم فاضل هو، ۽ پنهنجي خط ۾ آخوند صاحب کي نهايت عزت ۽ احترام سان مخاطب ڪيائين ته: "الاخ الجليل والمحب النبيل الجزيل حماه الله الملک الجليل، المسمى باسم احمدي لا زال شموس هدايته طالعة و منعکس انوار افاداته ساطعة." آخوند صاحب ان خط جو جواب عربي نظم ۾ ڏنو ۽ ميين احمد جي حسن اخلاق جي تعريف ڪندي، سنڌس سڪونتگاه (پٽ) تي اچي ساڻس ملڻ جي اميد ظاهر ڪيائين:

سلام الله ما کثرت الليالي — على الاخ المکرم ذوالمعالي
هوالموسوم من اسماء احمد — بحسن الخلق مضروب المثال
هوالمعروف في الآفاق فضلا — هو لموصوف من لطف الفعال
جميل اللفظ في المعني مجلي — محلي بالمکارم ذي الکمال
تشوق قلبنا لطواف بلد — مقيم فيه محمود الخصال

ميين احمد پتائي پنهنجي جواب ۾ وري آخوند صاحب جي اوصاف جميله جي تحسين ڪندي ملاقات جو شوق ظاهر ڪيو:

سلام الله ما کر الليالي — علي احسن صديق ذي جمال
هوالمشهور في الآفاق علما — هوالفهام معدوم المثال
مسمى باسم احمد طال عمره — وحيدالعصر طاؤس الرجال ...
حماه الله من شر النوائب — وقاه الله من سوء الوبال
اناالمهجور افقر عبد احمد — لعل الله اعطانا الوصال

انهن خطن مان پنهي بزرگن جي هڪٻئي سان عقيدت ۽ شوق ملاقات جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو، ۽ يقيني طور چئي سگهجي ٿو ته هي ٻئي بزرگ هڪٻئي وٽ ايندا ويندا هئا. جيئن ته آخوند احمد صاحب حيدرآباد ۾ مير صاحب جن وٽ مقيم هو(۱) ته مير عبدالحسين خان کي پڻ هنن بزرگن جي صحبتن مان حظ حاصل ٿيو هوندو. پتائي صاحب جي درگاه تي پڻ هو غالباً آخوند صاحب جي وساطت سان ئي پهتو، جنهن لاءِ خاص سبب ميين احمد پتائي ۽ آخوند احمد صاحب جي وچ ۾ گڏجاڻين جو سلسلو هو.

پنهنجي استاد ۽ ميين احمد پتائي جي صحبتن ذريعي مير عبدالحسين خان جو درگاه لطيفي سان نوجواني واري وقت کان وٺي ناتو پيدا ٿيو، ۽ شاه عبداللطيف سان محبت ۽ عقيدت جو سلو سنڌس دل ۾ وڌي وڃي ويو، ايتريقدر جو ۱۲۹۱هه (۱۸۷۴ع) ۾ جڏهن سنڌس پياري حاجران وفات ڪئي ته ڪمس وجي لطيف جي روضي جي چالوءَ ۾ دفنايائين. ان واقعي کان پوءِ سانگيءَ جو پٽ تي وڌيڪ اچڻ وڃڻ ٿيو، جنهنڪري ميين احمد پتائي سان پڻ سنڌس صحبتن جو سلسلو وڌيو، ۽

(۱) انهن بزرگن جا اهي خط، توڙي آخوند احمد صاحب جا مير محمد حسن علي خان ۽ مير محمد خان ڏي خط، ۽ سانگيءَ جي فرزندن جي ولادت تي سنڌس جوڙيل تاريخون سڀ سنڌس دستخط بياض ۾ يڪجاء موجود آهن.

سندن وچ ۾ علمِ دوستيءَ جا تعلقات وڌيڪ پختا ٿيا. اهڙيءَ طرح حضرت شاه صاحب جي (مار) توڙي سوانح بابت سانگيءَ کي ميون احمد ۽ سندس ڀاءُ ميون حسين ذريعي معلومات حاصل ڪر(ڻ) جو وڏو موقعو مليو هو. مهيني ”ذي قعده ١٢٩٤“ (١٨٧٧) ۾ ميون احمد حضرت شاه صاحب (ج)ي رسالي جو هڪ نسخو لکيو ۽ اهو مير عبدالحسين خان کي ڏنائين(١). سنه ١٣٠١هه ۾ سانگي کي پٽ فرزند ايزديار خان ڄائو ته ميون احمد ڀٽائي سندس ولادت تي تاريخي قطعو لکيو(٢) تاريخي قطعن لکڻ ۾ آخوند احمد ساوئي ان دؤر ۾ يڪتو هو؛ غالباً سندس صحبت مان ميون احمد ڀٽائي کي به اهو ذوق جاڳيو. جاڪاڻ جو ايزديار خان جي تاريخي قطعي جي آخر(ين) ڄاڻايو اٿس ته هو اڳ ۾ ان مان واقف نه هو.

لطيف سان محبت ۽ عقيدت ۽ ميون احمد ڀٽائي سان آشنائي ۽ صحبت، سانگيءَ واسطي حضرت شاه صاحب جي سوانح ۽ ڪلام تي تحقيق ۽ تجسس لاءِ اتڪ ثابت ٿيا. ميون احمد ڀٽائي وڏو عالم ۽ صوفي هو ۽ مير عبدالحسين خان تصوف ۾ کيس پنهنجو رهنما ڪري ورتو(٣). ميون احمد جو ڀا(ءُ) ميون حسين، ڀٽائي صاحب جي راڳ جو وڏو ڄاڻو هو. سندس صحبت ۾ سانگيءَ اندازاً ١٢٩١–١٣٠٣هه جي ٻارهن ڪن سالن واري عرصي ۾ حضرت شاه صاحب جي سوانح حيات بابت بنيادي مواد جمع ڪيو جنهن کي ٻئي سال (١٣٠٤هه) ميرزا قليچ بيگ پنهنجي تاليف ”احوال شاه عبداللطيف ڀٽائي“ ۾ استعمال ڪيو. ميرزا قليچ بيگ پنهنجي ديباچي (مؤرخ ١- سيپٽمبر ١٨٨٧ع – ١- ذي حج ١٣٠٤هه) ۾ مير صاحب کان حضرت شاه صاحب جي سوانح بابت مواد ملڻ جو شڪريو ادا ڪيو آهي.

مير عبدالحسين خان حضرت شاه صاحب جي سوانح بابت پنهنجي تحقيق جو سلسلو جاري رکيو. کيس پنهنجي استاد آخوند احمد صاحب ساوئي کان ڪي مستند روايتون مليون(٤)؛ ٻئي ميون احمد ڀٽائي ۽ سندس ڀاءُ ميون حسين کان(٥) ۽ سندن وساطت سان ٻين جي ٻين فقيرن کان سانگيءَ ڪافي حڪايتون هٿ ڪيون. ميرزا قليچ بيگ جيئن ته مير صاحب وارو سڄو مواد استعمال نه ڪيو هو

---

(١) اهو نسخو مير عبدالحسين خان جي سال ١٢٩٨هه (١٨٨٠–٨١ع) جي مهرن سان سرائي موسي خدمتگار مرحوم وٽ موجود هو، ۽ ٻئي راقم جي مطالعي هيٺ رهيو [ڏسو ”بهار لطيف“، مطبوع محڪمه اطلاعات حيدرآباد ۾ اسان جو مضمون ”شاه جي رسالي جا ٻه ناياب قلمي نسخا“]

(٢) ڪليات ص ١٥٥.

(٣) ڏسو ”الطائف لطيفي“ ص ص ٩٢ ۽ ١٦٨.

(٤) ”الطائف لطيفي“ ص ١٥١.

(٥) ”الطائف لطيفي“ ص ص ٩١، ١٦٨ ۽ ١٧٧. ميون نور محمد جنهن اوطاق ۾ حضرت شاه صاحب ڪسي پڙهايو هو سا ڀِٽ کان ستي ويندڙ موجوده شاهي رستي جي وچ ڏاري هئي جتي هڪ کوهي به موجود آهي. انهيءَ ساڳي اوطاق ۾ پوءِ ميون نور محمد جا پوٽا رهيا. ميون احمد ۽ سندس ڀائر ميون محمد ۽ ميون حسين ان گهراڻي جا آخري فرد هئا. اها اوطاق انهيءَ شاهي رستي ڪڍڻ کان اڳ سلامت هئي، ۽ جتي شاه صاحب ويهي پڙهيو هو ان جاءِ تي اوطاق ۾ هڪ دڪي پڻ يادگار طور ٺهيل هئي. افسوس جو اهي آثار رستي سببان زمين دوز ٿي ويا.

تنهنکري مير صاحب پاڻ انهيءَ مواد کي نئين سر مرتب ڪري ان تي 'لطائف لطيفي' نالو رکيو. مير صاحب هي ڪتاب فارسي نثر ۽ نظم ۾ "تاريخ ۱۰- ذي قعده سنه ۱۳۰۵هه مطابق تاريخ ۹ - جولاءِ سنه ۱۸۸۸ع جمع ڏينهن" جوڙي راس ڪيو، ۽ انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته باوجود ڪن ضعيف روايتن جي جيڪي هن ۾ شامل آهن، هيءُ ڪتاب حضرت شاه صاحب جي زندگيءَ جي حالات بابت پهريون تفصيلي ۽ تحقيقي ڪتاب آهي.

حضرت شاه صاحب جي سوانح کان سواءِ رسالي جي تصحيح ۽ تحقيق ڏانهن پڻ مير عبدالحسين خان کاني توجهه ڏنو. پهريون قلمي رسالو سندس واسطي ميين احمد پتافي سنه ۱۲۹۴هه ۾ لکيو جنهن جو مٿي ذڪر آيو آهي. ان رسالي جي آخر ۾ سانگي پنهنجي هٿ اکرين هيٺيان الفاظ لکيا آهن جن مان ظاهر آهي ته سندس توجهه رسالي جي متن جي تصديق ۽ تصحيح طرف هو جنهنڪري ئي ميين احمد جهڙي عالم فاضل کان هي قلمي نسخو لکارايائين:

"رساله شريفه حضرت مرشدي، بخط رهنماي سالڪان، يگانه زمان،
گزيدهٔ سبحان ميان احمد الصوفي خليفه در بهٽ شريف
که در تصديق لاثاني گويم بجا است."

پوءِ مير عبدالحسين خان رسالي جا ٻيا نسخا پاڻ لکيا يا لکارايا جن مان هڪ ڊاڪٽر گربخشاڻي کي مليو، جنهن کي هن صاحب رسالي جي سندس تيار ڪيل ايڊيشن جي پٺي ۽ ٽئين جلد ۾ متن جي تصحيح لاءِ سند طور استعمال ڪيو. سانگي جي رسالي سان وڏي رهاڻ هئي. ڪيترائي بيت ڪيس ياد هئا ۽ جڏهن به دوستن ڏي خط لکندو هو ته اڪثر پتافي صاحب جا بيت مثال طور آڻيندو هو.

سانگي جي حضرت شاه صاحب سان دلي محبت ۽ عقيدت هئي. 'لطائف لطيفي' ۾ هر جاءِ ڪيس پنهنجو مرشد ڪري سڏيو اٿس. پنهنجي هڪ سنڌي غزل ۾ پڻ چوي ٿو ته:

"هادي راهِ هدئ آهي پتائي پيرجهاو ياد ٿو هردم ڪريان تنهن مرشد و مولي کي آءٌ"

وري 'مثنوي دار و گير' جيڪا پنهنجي خانداني نزاع ۽ معاملات بابت لکيائين تنهن جي 'داستان ڏهين' ۾ به پتائي صاحب کي به ساريو اٿس:

| | |
|---|---|
| شهنشاهِ پٽ سيّد عبداللطيف | مرا پير و مرشد بود آن شريف |
| بود آيهٔ رحمتِ ڪبريا | مرا هست آن هادي و رهنما |
| فگنده سر هستم به درگاهِ او | زڪون و مڪان بود آگاهِ او |
| بود فيض او تا بماند جهان | ازين عالم امڪان تا لامڪان |
| سفارش ڪند در حضورِ قديم | ڪند دور وسواسهاي رجيم |
| رهاند ز هر شر شيطان مرا | نمايد رهِ راست سوئي خدا |

پتائي صاحب سان هن قسم جي دلي محبت ۽ عقيدت ئي سانگي کي حضرت شاه صاحب بابت سوچڻ ۽ لکڻ تي آماده ڪيو. انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته سنڌي عالمن مان سانگي، حضرت

شاه عبداللطيف جي سوانح ۽ ڪلام تي کوجنا ۽ تحقيق جو باني مباني بڻيو. حضرت شاھ صاحب جي سوانح بابت سندس تصنيف 'لطائف لطيفي' خصوصاً هن سلسلي جو هڪ اڻلڀ ڪتاب آهي جو پوئين محققن جي لاءِ هميشه رهنمائي جو ڪم ڏيندو.

## بحيثيت نثرنويس ۽ افسانه نگار

مير عبدالحسين خان جي تصنيفن جي مٿي ڏنل ياد داشت مان معلوم ٿيندو ته هو نه فقط شاعر هو مگر هڪ باذوق نثرنويس ۽ افسانه نگار پڻ هو. نثر ۾ افسانه نگاري تي جا ڪيس دسترس هئي سا هن مان ظاهر آهي ته ڇهن مهينن کان گهٽ عرصي ۾، يعني مهيني جولاءِ کان وٺي سيپٽمبر ۱۹۰۴ع جي پڇاڙي کان اڳ، ست نثري داستان لکيائين، جي ليٿو جي وڏي تختي (۵×۸ انچ) واري سچن ساڍن ٽي سؤ چوناجاھ صفحن تي مشتمل پنهنجن اشاعتن ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا.

سانگي پنهنجن پن ديوانن جي تڪميل بعد جولاءِ ۱۹۰۴ع کان وٺي افسانه نويسي ڏانهن متوجه ٿيو، جيئن ته "قصص راحت افزا" جي منظوم مهاڳ ۾ چوي ٿو ته:

تنهن کان پوءِ "ديوان سانگي" ڪيم تيار — جو ٿيو پن جلدن ۾ آهي آشڪار
هاڻي هن ڏينهن ۾ جوڙيان ٿو قيصَّص — جي وٺن ٿا وقت منهنجي مان حِصَّص.

هنن افسانن لکڻ مان سانگي جا ٻه مقصد هئا: داستانن جوڙڻ جي اڳين روايت کي قائم رکڻ ۽ وندر ورونهه جو سامان پيدا ڪرڻ، ۽ سنڌي نثر ۾ هڪ نئين اسلوب بيان کي رائج ڪرڻ. انهن ٻنهي مقصدن جي وضاحت خود سانگي پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪئي آهي. پهرئين داستان "ڪهاڻي محبت هاڻي" جي نظم مان شروعات ڪندي لکي ٿو ته جيئن اڳين اسان لاءِ داستان جوڙيا تيئن اسين به ان روايت کي زنده رکون:

حاڪيتَن آهن حڪايتون ڪيون — جي زبان تي آهن رهجي ويون
جي پُڌي شائق ٿين ٿا شادمان — دلپسند آهن اڳين جا داستان
تذهن خاطر ۾ پيو اهڙو خيال — جيئن اڳوڻن ڪيا اسان لئي اشتغال
تيئن اسان پڻ پار لاهيون پاڻ تان — جوڙي ڪي دلچسپ عمدا داستان.

پيو ته اهي قصا ۽ داستان آس ۽ ورونهه جو باعث آهن، ۽ ان وندر ۽ ورونهه خاطر سانگي انهن کي تصنيف ڪيا. 'قصص راحت افزا' جي منظوم 'مقدمي' ۾ افسانن جي وضاحت ڪندي چوي ٿو:

"تن مان مطلب ناهي، نَي ڪا مدعا — هر سبب سانگي سي آهن آس جا(۱)"

پڻ "قصص راحت افزا" جي 'تاريخي قطعي' ۾ چوي ٿو ته:

"بس آنس جو مطلب رکي 'سانگي' آهي تصنيف ڪئي
تنهن جي پڙهڻ مان ٿي خوشي تن کي جي شائق شغل جيا".

---

(۱) قصص راحت افزا، ص ۴.

پر سانگي جو سڀ کان وڏو مقصد هو سنڌي نثر ۾ فارسيءَ جي آميزش سان هڪ نئين اسلوب بيان جو بنياد وجهڻ. سنڌ تي قبضي بعد انگريزن ملڪ ۾ نفاق ۽ ڪشمڪش پيدا ڪرڻ خاطر، سنڌي زبان ۽ ادب جي سلسلي ۾ پڻ ماضي توڙي حال جي تقاضائن کي پاسيرو رکي ڪن لون رجحانن کي هوا ڏني: مثلاً صدين کان وٺي عربي صورتخطي جي عام رواج جي باوجود سنڌي کي نئين سر ديوناگري ۾ لکڻ جو مسئلو پيدا ڪيو ويو. جڏهن ملڪ جي اڪثريت ان کي قبول نه ڪيو ته وري سنڌي ۾ سنسڪرت جي لفظن ۽ اصطلاحن کي رائج ڪرڻ جي تحريڪ کي اهميت ڏني وئي. انگريزن جي 'نئين تعليمي نظام' مان هندو صاحبان پهريائين فيضياب ٿيا، جن عمداً سنڌيءَ کي 'سنسڪرت آميز' بنائڻ واري تحريڪ جي پيرائي ڪئي. ان وقت 'سنڌي نثر' ۾ اڃان ابتدائي ڪتاب اچي رهيا هئا، ۽ جيئن ته مصنف ۽ مؤلف اڪثر هندو صاحبان هئا، تن انهن ڪتابن ۾ سنسڪرت آميز سنڌي کي رائج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان کان اڳ مسلمان عالمن عربي ۽ فارسي ۾ مهارت رکندي به سنڌي کي 'خالص سنڌي' لفظن ۽ اصطلاحن سان سينگارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي(١). سنسڪرت لفظن ۽ اصطلاحن واري نئين تحريڪ نه فقط سياسي نوعيت جي هئي پر سنڌي لاءِ غير فطري پڻ هئي. سنڌ جي مسلمان عالمن مان مير عبدالحسين خان سانگي پهريون مدبر هو، جنهن ان تحريڪ جي نقصانڪار نتيجن کي محسوس ڪندي فارسي-آميز سنڌي نثر جي حمايت ڪئي، ڇاڪاڻ ته فارسي سان نه فقط مسلمان پر هندو پڙهيل طبقو پڻ صدين کان وٺي روشناس رهيو هو. سانگيءَ کي هندستان ۾ 'فارسي آميز اردو نثر' جي ڪامياب تجربي جو پڻ پورو علم هو، انهيءَ ڪري هن پاڻ افسانا ۽ داستان لکي عملي طور 'فارسي آميز' يا 'اردو-سنڌي' نثر جي جاذبيت ۽ افاديت ڏانهن توجهه ڏيارڻ تي گهريو. پنهنجي پهرئين افساني "ڪهاڻي محبت هائي" جي ديباچي ۾ هن مقصد جي وضاحت هيٺين زوردار دليلن سان ڪيائين:

١. "جيئن ته في الحال جيڪي سَمع ۽ مُعائني ۾ ڪُتب سنڌي اچن ٿا، ۽ مُروّج ٿيا ۽ ٿين ٿا، تن ۾ اڪثر الفاظ سنسڪرت ۽ گرمکي شاستري وغيره اصطلاح سنڌي" استعمال ٿين ٿا.

٢. اهڙي استعمال سان "غير اصطلاح" سنڌيءَ ۾ جَڙيا ۽ ڳڙيا وڃن ٿا. انهيءَ "غير جي" صحبت کان سنڌي نثر بدنما ٿيو پوي. "انهن ڌارين زبانن" جو جوڙ غيرفطري آهي. "سنڌي قضاگير کي اهي زبانون لائيس ٿيون لڳن جو سندس لَحون کي مُتَغَيَّر ڪيو ڇڏين."

٣. مقصد آهي ته نه فقط عالم پر "طالب علم به شُعار وٺن جو سنڌيءَ سان مشتمل فارسيءَ جي تعليم بتهتم حاصل ڪن."

---

(١) قاضي قادن کان وٺي مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي تائين سنڌ جي عالمن ۽ فقيهن شعر ۾ اڪثر ته خالص سنڌي الفاظ ۽ محاورا ڪم آندا جو چئو ته عربي-فارسي جو متن ڪو اثر ئي ڪونه هو.

انهن ارادن کي عملي جامي پهرائڻ لاءِ "سانگيءَ پنهنجو نئون تجربو ڪيو، ۽ سنسڪرت بدران نثر ۾ ويهي فارسي جي ترڪيبن ۽ اصطلاحن جو پيوند لڳايائين:

"شادمان جن کي ٿين ٿو يان پسي آهي سنڌيءَ سان گڏايل پارسي" (۱)

آخوند لطف الله، اردو جي نثري داستان 'فسانهٔ عجائب' کي 'گلِ خندان' افساني جي صورت ۾ بيان ڪيو هو. سنڌي نثر ۾ سندس اهو ڪامياب تجربو سانگيءَ جي اڳ ۾ هو ۽ سانگي ان کان نهايت متاثر هو. پنهنجي هڪ اوائلي غزل (۲) ۾ لطف الله کي سانگيءَ جڻ خراج عقيدت پيش ڪري چڪو هو جو چيائين ته:

لطف الله جو تراڻو آ 'جان عالم' جو هي فسانو آ
مترنم ٿيا شائقين هن تي 'گل خندان' جو ٿيو زمانو آ
رهي 'افسانه عجائب' ويو هن طرح هرڪو ئي روانو آ

آخوند لطف الله جي اسلوب بيان کان متاثر ٿي، سانگيءَ پڻ پنهنجا افسانا مُقَفّيٰ نثر ۾ لکيا. جنهن وقت سانگيءَ هي داستان لکيا ان وقت پين لکندڙن اڪثر ٻاهريان قصا ۽ داستان ٻين ٻولين مان پني سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا. انهن جي برعڪس سانگيءَ جا داستان ترجمو نه هئا بلڪ طبعزاد افسانا هئا. 'داستان راحت افزا' جي آخر ۾ انهيءَ نڪتي ڏانهن خاص ڌيان ڇڪايو اٿس:

"قصه راحت فزا آراستو ترجمو ناهي، آهي خود ساختو"

سانگيءَ جا اِهي افسانا نه فقط نثري داستان آهن پر ان سان گڏ ڊرامائي انداز ۾ لکيل آهن ۽ ان لحاظ سان خاص اهميت رکن ٿا. بقول سانگيءَ، هي محض داستان نه آهن مگر انهن ۾ مقصديت آهي. "گلرنگ شاه ۽ گل اندام جي قصي" جي شروعات ۾ واضح ڪيو اٿس ته:

"ناقان هن مطلب تي ڌيان ڏجي ٿو ته نقل مروج ڪيا آهن، ته جي مطلب ۽ مضمون ۽ ڳالهيون سڌيءَ طرح عالم آشڪار نه ڪجن، سي ڪنهن لباس ۾ اڻسڌيءَ طرح ڪري چڙجن."

هيٺ انهن افسانن مان اقتباس ڏجن ٿا ته جيئن پڙهندڙ پاڻ سانگيءَ جي اسلوب بيان جو اندازو لڳائي سگهي. انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته سانگيءَ جا لکيل نثري داستان نه فقط سنڌيءَ ۾ طبعزاد افسانه نگاري جا اوائلي ۽ ڪامياب تجربا آهن، پر سنڌي نثر ۾ هڪ نئين تحريڪ جو سنگ بنياد آهن.

## سانگيءَ جي نثر جا نمونا

..."جڏهن ڪنيز پاتميز غزل تمام ڪيو، اچي شهزادي کي سلام ڪيو، تڏهن شاهزاديءَ تنهن جي جواب ۾ هي ڪلام ڪيو ته: اوهان کي چوڻ آسان آهي، پر عشق جو بارگران آهي.

(۱) "ڪهاڻي محبت هاڻي" جي منظوم شروعات.
(۲) ديوان پورپون، ص ۶۱.

مون کي ارمان آهي تہ اجان مون کي ڪين ڪيو؟ ويلي وقت وڃايو آهي، اوهان جي دل ۾ ڇا آيو آهي، مون کي ڪو ٻيو رابو آهي، مي ملڪ جانان ٿي نہ پرايو آهي، مون کي قسمت هتان آنابو آهي، خبر ناهي ڪٿي هلايو آهي، ۽ هي غزل پڙهيائين، تڏهن آه پريائين:

بسار السفت ڪشان ٿي هالي آئا — سر بصحرا هتان ٿي هالي آئا

مون کي ٻي ڪانہ ٿي اوهان مان ولي — جي نہ ڪنهن کي وٺان ٿي هالي آئا

عقل ۽ عشق ٿا وڙهن سانگي

تن ٻنهي سان لڙان ٿي هالي آئا'...

- [ڪهاڻي محبت هاڻي: قصو شهزادي دلآرام ۽ گل اندام جو، ص ۴۰]

... 'بزمِ شاهانہ ۽ محفل ملوڪانہ ۽ جشنِ خسروانہ اهڙو برپا ڪيائون، عطر هڪيني کي ٻکيائون، اگر ٻاريائون، عنبر هاريائون، مشڪ رکيائون، گلابن جا ڇنڪار ڪيائون؛ حسينن جو مجموعو ۽ خوبن جو ميلو لڳي ويو گويا سڄي دنيا جي حسن جو وجود اتي اچي موجود ٿيو هو، باقي جمال بيمثال ڪٿي ڪونہ رهيو هو. مٺ مُقيسن جا ڪتر ڪري ۽ خرار ستارن جا هرطرف هاري زمين کي زرفشان ڪيائون، جو هڪڙا خوشبوء جا هبڪار ۽ ٻيا مقيسن ۽ ستارن جا فرشن تي چمڪار؛ سڀڪنهن چيو ٿي تہ عجب حالت ٿي آهي، جو رات جو زمين آسمان کان وڌيڪ مُتَجَلِّي ٿي آهي. ايتري ۾ راڳ روپ جو اسباب لباب فراهم ٿيو. ڍڪڙن ڌم ڌم جا آواز اٿاريا، خوشنوائن سُر سَرايا، سارلڪن سوز مچايا، راڳن راڳ ڳايا، هرطرح وجد ۽ رقص جا آثار علانيہ ظاهر آيا'... [ڪهاڻي محبت هاڻي: قصو شهزادي دلآرام ۽ گل اندام جو، ص ۱۰]

...'زماني قديم ۾ هڪڙو بادشاه جمجاه، عادل ۽ باذل، اهڙو خداترس ٻيو هوس جو جنهن کي هرڪو مُتنفس پائيندو ۽ چاهيندو هو. هن جي بلند همتي ۽ نيڪ نيتي ڪري زمينون اهڙيون آباد ٿينديون ۽ آنہ ڏينديون هيون جنهنڪري آنہ سهانگو ۽ انتظار مهانگو رهندو هو. جيئن شاهي خراج واڻي تيئن رعيت کي روزگار ڪافي ميسّر هو. وزير پرتدبير بہ جهڙو هوشيار هو تهڙو نيڪوڪار، ۽ آفيسر رعيت پروروڪرم گستر هولدا ها؛ جيئن تہ شاهي عملو ۽ فعلو، رعيت دولت نيڪ نيت هئي، ۽ سڀ پنهنجي بادشاه جا جان نثار يڪسان خدمتگار ٿي همہ اوست جو دم هڻندا هئا'... [شروعات: آڪاڻي رات وهاڻي ۽ قصو گلرنگ شاه ۽ گل اندام جو]

...'پوءِ ٻي محفل ملوڪاڻي منعقد ٿي جنهن ۾ سڀ رمز شاهاڻي رکي ويئي. مشعل ٻري ويا، فرش و فروش ٿي ويا، دسترخوان وڇي ويا، تن تي ظروف طلائي ۽ سيمين رکجي ويا، جي طعامن مختلفن سان ڀريل هوا، وچ ۾ مٺاين جا لڳن رکيل ها، ميوا بہ اقسام اقسام جا ڌريل ها. هرسمت گلابن جا ڇنڪار، عطر جا هبڪار ۽ گلن جا وسڪار ٿيا، ايتري ۾ چيرن جو چمڪارو ۽ لٺورن جو للهڪارو ٿيو، ميدان پرين سان ڀرجي ويو. جهڙا ميزبان تهڙا مهمان. حسن جو بي پايان

سامان ڏسي، وزير حيران ۽ ڪَران ڏسي چوو ته حق تعاليٰ جو شان آهي! بادشاه فرمايو ته پرستار آهي، هتي حسن ارزان آهي'... [قصص راحت افزا ص ص، ۱۸-۱۹]

... 'شب برات جڏهن پريات کي رسي ته ست سهڻيون ناز پريون مينديءَ ڪٺي ٿلنديون ناز ڪنديون غمزا ڇڏينديون انداز سان پير ڌرينديون، وک پرينديون، بادشاه نوشهه جي حضور ۾ هي گيت ڳائينديون حاضر ٿيون:

غزل

منٺار ڪي مينديءَ لايون ٿا دلدار ڪي مينديءَ لايون ٿا
سرخيل آهي سهڻن جو تنهن سردار ڪي مينديءَ لايون ٿا
مدهوش محبت جا آهيون هشيار ڪي مينديءَ لايون ٿا
جو ساهه ڪان سرس آهي سانگي
تنهن يار ڪي مينديءَ لايون ٿا

پوءِ حنابنديءَ جو سڳن دهلن ڏمرن ساڻ ڪري نچنديون ٽپنديون ڳائينديون وڄائينديون سڀ وري ويون ۽ وڃي ڪنوار ساڻ به ساڳيو سلوڪ رسم جو ڪيائون. ذرو نه گذريو ته اڃهو وري دهل وڄندا، راڳ ٿيندا، شغل مچندا، نازنين به آئهن دلبري ٽپندا ڪڏندا ڦيريون ڏيندا، تاڙيون وڄائيندا، غمزا ڏيکاريندا، اک اٽڪائيندا، پنهنجو پرايو ريجهائيندا، هي گيت چڱيءَ ريت سان ڳائيندا اچن: خدمتگار به مڇون موڙيندا، گهورون گهوريندا، چپ چوريندا، ڏاڙهي جوڙيندا آيا'... [قصص راحت افزا، ص ص ۸۳-۸۴]

... 'پوءِ هرطرح سوڻ ساٺ ٿي ويا، مهمانخانا ٺهي ويا، ديوانخانا پرسجي ويا، محلات سينگارجي ويا، ڪاڳرن جا خط لکجي ويا، زيور جڙي ويا، ڪپڙا ٺهي ويا، هار پوئجي ويا سوپارين تي سونا روپا ورق چڙهي ويا، سيڌا سامان خرار خرارين ڪڏ ٿي ويا، ڪامورا ڪمن ڪم لڳي ويا، بورچيخانا ۽ چُلها لنبجي ويا، ديڳن ۽ ديگڙن جا ڍڳ اچي ٿيا، دهل وڄڻ لڳا، جن جي آواز آسمان جا ڪن پوڙا ڪري ڇڏيا، دهلن جي ٺڪن تي لاچو نچڻ لڳا'...

[قصه دلچسپ، ص ۱۵]

... 'ٽن راتين گذرڻ بعد زماني وري ٻي لئين بازي تازي ظاهر ڪئي، جو چوڏهينءَ جو چنڊ جنهن وقت ڪمال روشنيءَ کي رسيو، رات تي ڏينهن جو گمان ٿيو ته هڪ عورت خوبصورت صراحي به ڪف، چنگ ۽ دف وڄائيندي، هي گيت ڳائيندي اچي بخوشي نمودار ٿي: ناز نخرا ڪندي، عشوا ۽ غمزا ڏيکاريندي، تال ۽ تيتال سان قدم کڻندي، گنير چال چلندي، موهن موهيندي، دلفريب ٿيندي اچي آتي رسي جتي شاه به نمدڪلاه مُوڙهو سُوڙهو دل ملول مانند غول بياباني ۽ پريشاني ويٺو هو، ۽ هي غزل ڳايائين ۽ شاه کي پٺي ريجهايائين، ۽ دام تزوير پٺي ڦڪيڙيائين؛

غزل

مون کي دنيا ۾ يار ڪونہ مليو  دلگهريو دوستدار ڪونہ مليو
چؤطرف جي چڪاس ڪئي اوڻن  يار اڳڙين جو نار ڪونہ مليو
ڪيترا سال ويا آهن گذري  باغ دل کی بهار ڪونہ مليو
جهڙو سانگي هيئنر مليو آهي
اهڙو نازڪ نگار ڪونہ مليو'...

[ اصو فرحت افزا، ص ص ٧-٨ ]

## اردو شاعري جو ذوق

مير عبدالحسين خان ڪلڪتي ۾ ڄائو ۽ ٻالجتيءَ وارا ست-اٺ سال اتي گذاريائين. فارسيءَ ۾ سندس ابتدائي تعليم جي شروعات بہ اتي جي هڪ استاد ۽ اديب ميرزا بزرگ (تخلص 'وفا') جي زيرنظر ٿي. الهيءَ ٻالجتيءَ واري عرصي ۾ هو ڪلڪتي جي 'هندستاني' يا 'اردو' کان مانوس ٿيو. سنڌ ۾ واپس اچڻ بعد جن استادن کيس تعليم ڏني تن مان هڪ مولوي ابوالحسن بن مولوي مهدي حسن لکنوي هو جو هڪ چڱو خاصو اديب ۽ شاعر هو. مير صاحب کي اردو شعر و شاعري جو ذوق مولوي ابوالحسن جي صحبت ۾ نوجواني واري دؤر ۾ حاصل ٿيو. بعد ۾ جڏهن هو سنڌيءَ ۾ ذوق شوق سان شعر چوڻ لڳو تہ ان سان گڏ فارسيءَ ۽ اردو ۾ بہ طبع آزمائي ڪرڻ شروع ڪيائين.

مير صاحب پنهنجي روءِ سوءِ شعر و سخن جي مشق نوجوانيءَ واري وقت کان وٺي ڪئي، مگر ٽيهن سالن جي عمر ۾ کيس پوري دسترس حاصل ٿي. مخدوم محمد ابراهيم خليل پنهنجو تذڪرو "تڪملة مقالات‌الشعراء" سنہ ١٣٠٥هہ (١٨٨٧/٨٨ع) ۾ لکي پورو ڪيو جڏهن مير عبدالحسين خان جي عمر ٣٦ سال هئي. هو مير صاحب بابت لکي ٿو: "عبدالحسين خان کي خاص طرح سنڌي شعر ۾ درڪ ۽ دسترس آهي... پر هندي (اردو) ۽ فارسي ۾ بہ ڪڏهن ڪڏهن شعر چوندو آهي"(١). ان راءِ جي تصديق اسان کي مير صاحب جي پنهنجي هٿ لکيل تاريخ "٣٠- جنوري ١٨٨٧" جي هڪ اردو غزل مان بہ ملي ٿي(٢).

مير صاحب جي مصاحبن مان خاص طرح مولوي سيد ابوالحسن لکنوي ۽ سيد غلام محمد شاهہ 'گدا' ٻئي اردو ۾ شعر و سخن سان گهري دلچسپي رکندڙ هئا. ٻئي سندس اُستاد هئا. سنہ ١٢٩٦هہ (٢٦- جولاءِ ١٨٧٩ع) ۾ جڏهن سانگي کي ٻهريون فرزند مير خدايار خان ڄائو تڏهن 'گدا'

---

(١) "تڪملہ مقالات الشعراء"، مطبوع سنڌي ادبي بورڊ ، ص ٣٨٣

(٢) اهو غزل مير صاحب جي ڪاغذن ۾ هڪ ڪاغذ تي سندس دستخط لکيل موجود هو. هن "ڪليات" ۾ اهو غزل "اردو ڪلام" هيٺ نمبر هيٺ نمبر (٣) طور ڏنل آهي.

تهنيت طور فارسيءَ سان ڳنڍ هڪ تاريخي قطعو "بزبان هندي" پڻ لکيو(١)، جنهن جي معني
مير صاحب ۽ سندس مصاحبن ۾ اردو شعر و سخن جي ذوق ڪي قدرداني جي نگاه سان
ڏٺو ويو(٢). ان وقت مير صاحب جي عمر ٢٨ سال ڪن هئي، ۽ غالبا انهيءَ وقت کان
مير صاحب اردو ۾ شعر و شاعري ڏانهن مائل هو. سنه ١٣١٠هه/١٨٩٢ع ۾ جڏهن سانگي
پهريون ديوان مرتب ڪيو ته ان ۾ اردو غزل پڻ شامل ڪيائين، ۽ ديوان جو هڪ تاريخي
پڻ اردو ۾ لکيائين. سندس اهو پهريون ديوان سنه ١٩٠٤ع ۾ ڇپيو جنهن ۾ اردوءَ جا
غزل شامل آهن. سندس 'ٻئي ديوان' ۾ (جو پڻ ١٩٠٤ع ۾ ڇپيو) ڪو به اردو غزل شامل
آهي، باقي 'ٽئين ديوان' (قلمي) ۾ جيڪو سنه ١٩٠٨ع ۾ مرتب ڪيائين ان ۾ وري سند
اردو غزل شامل آهن. جيئن ته 'ٽيون ديوان' سندس وفات (١٩٢٤ع) تائين قلمي صورت
رهيو انهيءَ ڪري ١٩٠٨ع کان پوءِ جا چيل اردو خواه سنڌي غزل پڻ ان ۾ پوءِ شامل ڪيا
جنهن جي تصديق سندس دستخط ڪاغذات مان ٿي جن ۾ هڪ اردو غزل (٣) "تاريخ اول اڪتو
١٩١٧ع" جي اندراج سان سندس هٿ اکر لکيل مليو، جنهن کي پڻ 'ديوان ٽئين'
شامل ڪيائين.

سانگي جي هٿ لکيل بياضن ۽ ڪاغذن مان معلوم ٿئي ٿو ته آخر عمر ۾، يعني ته
١٩١٧ع-١٩١٩ع ڌاري اردو شعر جي مطالعي سان سندس خاص دلچسپي رهي. انهيءَ وقت ڌار
غالباً اردو جي شاعرن جا ديوان ۽ تذڪرا مير صاحب کي آسانيءَ سان ملي ٿي سگهيا جن
پڙ هندي چونڊ شعرن جو انتخاب پڻ ڪيائين. سندس اهڙو هڪ ڪافي ضخيم انتخاب قلمي صور
۾ موجود آهي، جنهن جي تقريباً ٽن پاڱن ۾ "هندي شعراء" ۽ پنجين پاڱي ۾ "فارسي شعرا
جي ڪلام مان انتخاب ڏنل آهي. 'هندي' يعني 'اردو' جي تقريباً ڇهن سون شاعرن جي ڪلا
مان چونڊ اشعار قلمبند ڪيا اٿس. هڪ ديوان (نالو ڏنل ڪونهي) جنهن جو انتخاب ٦- مئي ١٩١٩
تي پورو ڪيائين. ان بابت لکي ٿو ته:

"اس ديوان نـاياب کـے چيدہ پسنديدہ بقدر تمثيل اور تميز ناچيز اقـرب الـي الفهم
چن کر جدا نسخہ انتخاب سهولت کـے لئـے کرکـے دوسری کتاب پر نقل تسطير کيا
گيا - وہ اور يہ تحرير روزي عبرت انگيز ہم حيرت خيز بمعائنہ کنان خلف هونگے اور
وہ اس کو سلف کرکـے سانيگے ۽ فرمائينگے فاعتبروا ويا اولي الابصار

خادم الفقراء عبدالحسين خان بن سرڪار
شوڪت مدار مير عباس علي خان نورالله مرقده
بکناره دريائـے سنده کهنہ کيمپ بنگله خودم
تاريخ ٦ مئي ١٩١٩ع"

---

(١) ڪليات ص ٥٣٠. (٢) سنه ١٣٠١هه ۾ سانگي جي ٻئي فرزند ايزد يار خان جي ولادت تي پڻ امام علي خدمتگار اردو ۾ تاريخي قطعو چيو (ص ٥٥٦). (٣) ڏسو اردو ڪلام ص ص ٤٥٩-٤٨٣، ضميمو.

هن انتخاب جي ٻوئين حصي ۾ هڪ جاءِ تي "يقين سرهندي" جي ڇهن چوڻن مصراعن لکڻ بعد هي عبارت لکي اٿس:

انتخاب گلشن بي خار اتمام پذيرفت

۷ ستمبر ۱۹۱۹ - به بنگله کناره درياى سنده

عبدالحسين خان"

ان کان پوءِ وري هڪ ورق تي لکيو اٿس ته:

"انتخاب ديوانِ عاشق هند و تمام هوا

۱۲ نومبر ۱۹۱۹

بنگله خودم کنار دريا بياد الدراج يافت

عبدالحسين خان"

اهان مٿي چئي آيا آهيون ته اردو شعر و شاعريءَ سان مير عبدالحسين خان جي ذوق جي ابتدا غالباً سندس استاد سيد ابوالحسن لکنوي جي زير تربيت ٿي؛ ان کان پوءِ غلام محمد شاه 'گدا' ۽ ميون وڏل حيدري خاص طرح ۽ پڻ آخوند محمد قاسم، انهن ٽنهي ۽ مير عبدالحسين خان تفنن طبع خاطر اردو ۾ غزل گوئي ڪندي هن نئين شاعرانہ ذوق کي فروغ ڏنو. انهن مصاحبن سندن ڪلام ۾ هڪٻئي جا نالا آندا آهن؛ عبدالحسين خان پنهنجن اردو غزلن ۾ مولوي ابوالحسن، گدا، ۽ حيدري جا نالا ڪنيا آهن، ۽ ڪي غزل سندن پرانِ چيا اٿس: مثلاً، "تيري خدمت مين اي دلدار ره جاؤنگا ره ره کر" جي مطلعي وارو غزل مولوي ابوالحسن جي غزل جي پران چيائين (۱). آخوند محمد قاسم هڪ غزل چيو جنهن ۾ خوشطبعي طور ميين وڏل حيدري جي لاڙ ڏانهن رٿيل سفر بابت چيائين ته: "لاڙ جاويگا تو ياروں کو بهلا کرديگا." هي دلچسپ مصرع دوستن لاءِ مصرع طرح بنجي ويئي. مير عبدالحسين خان ان جي پرانِ جيڪو غزل چيو سو هن ڪليات ۾ سندس 'اردو ڪلام' جي سنڌ ۾ ڏنل آهي، ان ۾ چيو اٿس ته:

حيدري ميں نہ تهى اس طرح کى اميد کبهى 'لاڙ' جاويگا تو ياروں کو بهلا کرديگا

حيدري وري هيٺين مطلعي سان پنهنجو جوابي غزل چيو:

زلف کے دام کو دلبر جو دوتا کرديگا طائرِ دل کو تو محبوس بلا کرديگا

(۱) مولوي سيد ابوالحسن لکنوي، ٽنڊي آغا ۾ ميرزا فتح علي وٽ رهندو هو. ٻهريائين چار-پنج سال هت هيو ۽ واپس ويو. وري مير محمد حسن علي خان جي وفات کان پوءِ شاهديءَ ۾ آيو ۽ ٻه-ٽي سال رهيو. سندس غزل جو مطلعو:

هوا يہ حال فرقت ميں هزارو رنج سهہ سهہ کر کہ هردم دم نکلتا هے جو دم گهٽتا هے هے ره ره کر

سندس ٻيو هڪ غزل هيٺين مطلع سان نظر مان گذريو:

گئي اب کدهر وه بهار سب يہ فلک کا کيسا حساب هے نہ وه باغ هے نہ چمن هے وه نہ سمن هے وه نہ گلاب هے

اگتي هلي پنهنجي طرفان معذرت پيش ڪيائين ته:

شعر ميرا جو اگر ديکھيگا قاسم صاحب — دفتر نظر کو اپني وه جلا کرديگا
آپ فرماتے هيں کيا مصرع دلکش مين مجھے — لاڙ جاويگا تو ياروں کو بھلا کرديگا
خدمت اقدس و اعلی ميں رهونگا دائم — در دولت سے نہ الله جدا کرديگا
مير عبدالحسين خان تيرے الطاف يقيں — جيتے جي حيدري هرگز نہ بھلا کرديگا

مير عبدالحسين خان پنهنجي هڪ غزل ۾ حيدري کان طلب ڪندي چيو ته:

جلوه شعر حيدري ديکوں — فکر اس کا مدام ليتا هوں

جواب ۾ حيدري غزل چيو ته:

اپني قسمت سے کام ليتا هوں — خواهش دل تمام ليتا هوں...
اپنا استاد حيدري هم تو — مير ذوالاحتشام ليتا هوں

اهڙيءَ طرح حيدري نہ فقط سنڌي ۾ پر اردو ۾ پڻ مير صاحب کي استاد ڪري مڃيو، ۽ ميرم وري مولوي ابوالحسن ۽ غلام محمد شاه گدا کي استاد ڪري ٿي مڃيو.

گدا، حيدري توڙي مير عبدالحسين خان کي پوئين دؤر جي اردو شاعرن جي ديوانن دسترس هئي، پر هنن پنهنجن غزلن ۾ قدماء واري زبان ۽ اسلوب بيان کي نباهيو، ڇاڪاڻ ڪنهن حد تائين انهيءَ روايت جي سنڌ ۾ پڻ مستقل طور نشو ونما ٿي هئي.

هن ڪليات ۾ مير عبدالحسين خان جو هڪ منظوم خط ۽ ٥٥ اردو غزل شامل آهن سندس ديوانن ۽ پنهنجي دستخط ڪاغذن مان ورتل آهن. اردو ۾ مير صاحب يقيني طور ان کان و ڪلام چيو، پر اهو مختلف بياضن ۾ يا ادبين وٽ قلمي حالت ۾ رهيو. مثلاً مهين وڏل حيدري جي د بياض مان مير صاحب جو هڪ ڏکو غزل ("جلاتا دل کو هے جو بن کسو کا- الخ" مايو جو اسان 'ضميمي اول' ۾ شامل ڪيو (ص ٥٢٧). اول حيدري انهيءَ زمين ۾ غزل چيو هو:

مچا هے شور در گلشن کسو کا — ليا هے خار گل دامن کسو کا

پنهنجو اهو غزل مير صاحب ڏي موڪليائين ته جواب ۾ مير صاحب وري پنهنجو غزل هن ڏي موڪليو، جو پوءِ حيدري جي بياضن ۾ ئي رهيو.

جيئن ته مير صاحب جا اهي غزل سنڌي صورتخطي ۾ لکيل هئا (٢) ۽ اڪثر پنهنجي جا هٿ ا هئا انهيءَ ڪري ڪن جاين تي انهن ۾ 'وزن' جا نقص رهجي ويا آهن. ڪي الفاظ ميرم توڙي پين سنڌي شاعرن سندن اردو ڪلام ۾ 'سنڌي لب و لهجي' موجب ڪم آندا آهن ان طرح بالڪل جائز آهن) جن کي جيڪڏهن انهيءَ سنڌي لهجي ۾ ادا ڪبو تہ وزن جو نہ رهندو. نتيجي طور چئي سگھجي ٿو تہ، مير عبدالحسين خان سنڌ جي انهن ٿلي وارن ش مان آهي جن اردو ۾ پڻ گھڻو، سٺو ۽ معياري شعر چيو.

---

(٢) مثلاً ڏسو "ديوان پهريون، مطبوع سال ١٩٠٤ع.

## فارسي شعر و شاعري سان شغف

انگريزن جي تسلط کان اڳ فارسي دفتري، تعليمي ۽ ادبي زبان هئي. ٽالپوري دؤر ۾ سنڌ اندر فارسي ادب ۽ شعر و شاعري کي وڏو فروغ حاصل ٿيو. سانگيءَ جي جواني واري دؤر تائين فارسي تعليم، ۽ فارسي شعر و شاعري جي روايت جيتوڻيڪ زوال پذير هئي مگر اڃان زنده سلامت هئي. ڪاڪتي ۾ ٻالجتيءَ کان وٺي سانگي جي ابتدائي تعليم فارسيءَ ۾ شروع ٿي. پوءِ حيدرآباد ۾ اٺن سالن جي عمر کان وٺي فارسيءَ ۾ سنڌس باقاعدي تعليم ۽ تربيت آخوند احمد صاحب جهڙي استاد جي زيرنظر ٿي جو هڪ عالم، اديب ۽ فارسي جو شاعر هو.

آخوند حافظ احمد بن آخوند عبدالعليم بن آخوند رحمت الله بن آخوند الله بخش پراڻن هالن جي مشهور ساڻوٽي عالمن مان هو. مير عبدالحسين خان کان اڳ، مير حاجي محمد خان ۽ مير محمد حسن علي خان ۽ ٻين ٽالپوري صاحبزادن کي پڙهايو هئائين، ۽ انهيءَ لحاظ سان، سنڌس پنهنجي تحرير موجب هو "مدرس خاص سلاطين قديم" هو. آخوند صاحب پنهنجي وقت جو نه فقط ناميارو معلم هو پر وڏو عالم ۽ اديب هو. عربي ۾ فاضل هو، ۽ فارسي نظم توڙي نثر ۾ خاص دسترس حاصل هئس. "تڪمله مقالات الشعراء" جي مصنف سنڌس باري ۾ لکيو آهي ته: "در نظم و نثر يکتا... درحل ابيات لاينحل بي بدل". آخوند صاحب پنهنجو تخلص 'احمد' توڙي 'احمدي' ڪندو هو. عالم، اديب ۽ شاعر جي علاوه آخوند صاحب هڪ صاف دل صوفي بزرگ ۽ قادري سان وابسته هو(۱). سانگي جي شخصيت تي هن بزرگ جو وڏو اثر پيو، ۽ هو پڻ اديب، شاعر ۽ صوفي ٿي ساماڻو. آخوند احمد صاحب ان وقت جي اديبن ۽ شاعرن ۾ وڏي عمر جو بزرگ هو. آخوند محمد قاسم سنڌس پاڻهتو هو، ۽ آخوند آسيد علي سها ۽ آخوند محمد عالم پيٽي سنڌس پنهنجا گهر جا عزيز هئا. غلام محمد شاه 'گدا' سنڌس شاگرد هو ۽ سنڌس ادب ۽ احترام ڪندو هو. ذي قعده ۱۲۸۱ هه ۾ آخوند صاحب جي فرزند خليفي حافظ علي محمد جي وفات تي گدا تاريخي قطعو چيو. ميان احمد پٽائي ۽ آخوند احمد صاحب جي پاڻ ۾ عالمانه ۽ اديبانه دوستي هئي. 'تڪمله مقالات الشعراء' جي مصنف مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي جي آخوند صاحب سان آشنائي هئي. آخوند صاحب جي وساطت سان سنڌس نوجوان شاگرد مير عبدالحسين خان جي الهن سڀني اديبن ۽ عالمن سان آشنائي ٿي، جي سڀئي فارسي جا باذوق شاعر هئا.

عبدالحسين خان کي فارسي شاعري ڄڻ ورثي ۾ ملي هئي ڇاڪاڻ ته سنڌس ابا ڏاڏا فارسي جا اديب ۽ شاعر هئا. سنڌس چاچو مير محمد حسن علي خان خود هڪ عالم، اديب ۽ شاعر هو.

---

(۱) سنڌس وڏا، قادري طريقي جي مشهور علمبردار جناب حضرت پير محمد راشد (روضي ڌڻي) جا مريد ۽ خليفا هئا، ۽ انهيءَ ڪري هي خاندان "خليفه گهر" سڏجڻ لڳو. آخوند صاحب پاڻ جناب پير علي گوهر شاه صاحب جو مريد هو، جو خود وڏو اهل دل ۽ شاعر هو ۽ 'اصغر' سنڌس تخلص هو. آخوند صاحب سنه ۱۳۱۷ هه ۾ ٻوانوي سال جي عمر ۾ وفات ڪئي.

ان سان گڏ عبدالحسين خان کي سندس فاضل استاد ۽ سائنس متعلقين وارو علمي ۽ ادبي ماحول
جنهن ۾ سندس فارسي شاعري جي ذوق کي فروغ مليو. ان قريبي علمي حلقي کان ٻاهر
وقت پيا نالي وارا اديب ۽ شاعر موجود هئا جن فارسيءَ ۾ شعر و سخن جي محفلن جي
ٿي ڪئي. شهر حيدرآباد ۾ سيد فاضل شاه ۽ قاضي امام علي صاحب وڏا علم دوست هئا جن فار
شاعرن جون محفلون پئي منعقد ڪيون. مير عبدالحسين خان پڻ پنهنجي فارسي شاعري
ذوق سان انهن محفلن جي شمع کي روشن رکيو، ۽ سندس علم ۽ ادب پروري سببان
فارسي شاعرن جو حلقو سائنس متعارف ۽ ڏانهس متوجهه ٿيو. مير عبدالحسين خان کي جڏهن پ
چاوا تہ ان حلقي جي هيٺين سر برآورده شاعرن تاريخي قطعا منظوم ڪيا: سندس
آخوند احمد خان صاحب، آخوند محمد قاسم، آخوند آميد علي سها، خليفو ميان احمد پٺاڻي، غلام مح
گدا، آخوند غلام حيدر حيدرآبادي، مخدوم محمد ابراهيم 'خليل' ٺٽوي، حاجي سيد ڪريم بخ
شيرازي ٺٽوي، ميرزا محمد شفيع مشتري (ايڊيٽر اخبار 'مفرح القلوب' ڪراچي)، آغا سيد تق
قنداري 'تائب' (لس ٻيلي جي جام جو مير منشي)، ميرزا محمد حسين شيرازي 'ناخدا'، ميرزا قليچ
'قليچ'، آخوند لطف الله شيرازي 'لطف' حيدرآبادي، سيد حيدرشاه حيدرآبادي، ميان امداد علي خان
حيدرآبادي، ۽ ميرزا احمد علي (سالٽ انسپيڪٽر، بلوچستاني). انهن کان سواءِ فاضل شاه، حافظ
مرتضائي ٺٽوي ۽ پيا جن فارسي ۾ بہ شاعري ٿي ڪئي، سي پڻ عبدالحسين خان جا مصا
هئا. ٽالپور اميرن مان مير اميرعلي 'امير' (علي آبادي خيرپوري) فارسي-گو شاعر هو جنهن
عبدالحسين خان جواني واري دؤر ۾ غزلن جي ڏي-وٺ ڪئي. هڪ غزل جيڪو تا
٢-آڪٽوبر ١٨٩٩ع تي مير اميرعلي جي غزل جي جواب ۾ ڏانهس لکي موڪليائين، سو
ڪليات ۾ شامل آهي (١).

فارسي شعر و سخن ۾ درڪ پيدا ڪرڻ لاءِ مير عبدالحسين خان قدماء ۽ اساتذه جي ڪ
جو مطالعو ڪيو ۽ ان مان انتخاب ڪيائين. سندس هڪ ضخيم انتخاب چار حصا اردو شاعرن
پنجون حصو ڪن فارسي شاعرن جي چونڊ ڪلام تي مشتمل آهي جنهن ۾ قدماء توڙي هندستان
سنڌ جي فارسي شاعرن جي ڪلام مان چونڊ اشعار ڏنل آهن. سنڌ جي شاعرن مان هيٺين جا
چونڊيا اٿس: سرفراز، محسن ٺٽوي، قاضي غلام علي جعفري ٺٽوي، مخدوم محمد ابراهيم خليل ٺٽو
حاجي عثمان، پير صاحب حزب الله شاه مسڪين، غلام محمد شاه گدا، آخوند محمد قاسم 'قاسم'، آخو
غلام حيدر، غلام علي سبزپوش ۽ احمد علي 'احمد'.

مير صاحب جي فارسي ڪلام ۾ قدماء (فردوسي ۽ حافظ) جو عڪس نمايان طور نظر اچي ٿ
'مثنوي مشتمل برسر گذشت دار و گير' ۾ فردوسي واريون تشبيهون ۽ استعارا جابجا ملن ٿا غزل
۾ حافظ جو تتبع نمايان آهي. 'لطائف لطيفي' ۾ شامل نظمن مان ڪي حافظ جي زمين ۾ چيل آهن

(١) ڏسو 'اشعار فارسي'، ص ٣٨٩.

پنهنجي فارسي غزلن ۾ اظهار ڪيو اٿس ته ڪيس جيتريقدر سنڌي ۾ شعرگوئي تي دسترس آهي اوتري فارسي ۾ ميسر ناهي:

به سندهي سخن دسترس بوده است   به نظم دري نيست طبعم رسا

وري پني غزل ۾ ائين چوي ٿو ته:

مرغ طبعم را به سندهي هست پرواز بلند   ليک در نظم دري با ناتواني مانده است

بيشڪ سنڌي تي ڪيس زياده دسترس هئي، مگر پنهنجي جاءِ تي فارسيءَ ۾ بہ پنهنجي فوقيت جو ڪيس احساس هو جاڪاڻ ته هن ساڳئي غزل ۾ هيٺ هلي چوي ٿو ته:

هرکه ديده نظم من بي‌شائبه گفته کنون   درجهان عبدالحسين ثاني 'افغالي' مانده است
(ص ٤٨٩)

فارسي غزلن ۾ پنهنجي مضمون آفريني بابت چيو اٿس ته:

من در غزل غزال مضامين گرفته ام   تا بنگرند حضرت شعرا شکار من
(ص ٥٠٥)

فارسي نثر ۾ بہ ڪيس چڱي دسترس هئي. 'لطائف لطيفي' ۾ پنهنجي استعمال ڪيل نثر ۾ مضمون نگاري بابت چوي ٿو ته:

چنان رنگين شده نثرم که از پيچيده مضمونش
يکايک تار تار از رشک گشته جعد سنبلها
براي فهم عام اکثر سليس آورده ام مضمون
درين تصنيف بس پرهيز کردم از تجملها

'اشعار فارسي' جي عنوان هيٺ هن ڪليات ۾(٢) مير صاحب جو جيڪو فارسي ڪلام ڪٺو ڪيو ويو آهي ان ۾ غزل، مثنويون، رباعيون ۽ قطعات شامل آهن. اهو ڪلام سندس ٽن ديوانن، 'لطائف لطيفي' ۽ ٻين قلمي ذخيرن مان ورتو ويو آهي. ڪتاب 'لطائف لطيفي' مير صاحب جي فارسي تصنيف آهي، ۽ نثر ۽ نظم ٻنهي تي مشتمل آهي. 'مثنوي داروگير' سندس منظوم تصنيف آهي جا سترهن سؤ ايڪيهن شعرن تي مشتمل آهي، ۽ طوالت سببان هن ڪليات ۾ اچي نہ سگهي آهي. مجموعي طرح سان چئي سگهجي ٿو تہ سنڌ ۾ فارسي شاعري جي زوال واري دور ۾ مير عبدالحسين خان جو فارسي شعر و سخن ۾ ذوق غنيمت هو.

## (د) سانگي ۽ سنڌي شاعري

سانگي محض ذهني مشق خاطر شعر ڪونہ چيو: سندس شاعري قدري ان سياسي، سماجي ۽ ادبي ماحول جو عڪس آهي جنهن ۾ سانگي صفحهِ تي ساماڻو. ہر ان ڪان وڏيڪ سندس شاعري سندس پنهنجن تجربن، جذبن ۽ احساسن ۽ اخلاقي قدرن جو آئينو آهي. سانگي جي شاعريءَ جي

(٢) ڏسو ص ص ٣٨٧-٣٨ (ب).

خصوصيات کي سمجهڻ لاءِ ان وقت جي ماحول جي حادثات ۽ خود سانگيءَ جي پنهنجي شخص
۽ زندگي جي واردات کي سمجهڻ ضرورت آهي.

سانگي جنهن دؤر ۾ ڄائو ۽ نپيو ٿي وڏو ٿيو اهو سنڌ تي انگريزن جي اوائلي قبضي
تسلط وارو دؤر هو جنهن نئون سياسي، سماجي ۽ ادبي ماحول پيدا ڪيو، ۽ جنهن جو ردِ
سانگي جي ڪلام ۾ نمايان طور نظر اچي ٿو.

سياسي ماحول جو اثر

سياسي لحاظ سان، انگريزن جي غاصبانه قبضي سببان هڪ ته وطن جي آزادي ختم ٿي
پيو ته سنڌ جي حڪمران ٽالپور گهراڻي تي نه صرف زوال آيو پر هن خاندان تي مصيبتن
مصيبتون آيون. سانگيءَ ۾ هڪ ته وطنيت جو جذبو هو الهيءَ ڪري وطن جي آزادي
خاتمي جو ڪيس ارمان هو، ته ٻئي طرف هو حڪمران ٽالپور گهراڻي جو فرد هو ۽ ڪيس پنهنجي خاندا
جي تباهيءَ جو درد دامنگير هو. اهي ٻئي احساسات سندس شعر ۾ نمايان طور نظر اچن ٿا. وط
تي فوج فرنگ جو قبضو، وطن جي ويراني، وطن ۾ هموطنن جي بيڪسي واري ماحول ک
سانگيءَ پنهنجي شعرن ۾ هن طرح بيان ڪيو ته:

جهانگير اچ آهي فوجِ فرنگ | بہ مال و منال و بہ توب و تفنگ
بلاشڪ ڪشي ويشي بازي بندوق | ورهيه ٿيا ترارين کي ويڙهي ويو زنگ (ص ١٣٦

—

سرو و سمن و سوسن صد برگ سڪن ٿا | سانگي ويو سوڙو آهي سينگار وطن جو (ص ١٥٧

—

چو غريب الوطن نہ ٿئي "سانگي" | ٿو ڏسي پيو وطن ۾ آهي فساد (ص ١١٦

—

بيگانا ٿا ڏسجن جي يگانا هئا وطن جا | پنهنجا ٿي پيا غير غريب الوطني ۾ (ص ١٤

—

ڪالہ ڪا جاءِ ملي ان کي بجز قيدِ فرنگ | ٿئي زمالي ۾ اسان جي، جي سڪندر پيدا (ص ٧

—

ان غلاميءَ واري دؤر ۾ سانگي جنهن بيباڪي سان انگريزن خلاف لکيو، ان جو همعصر
شاعرن ۽ اديبن وٽ مثال نٿو ملي. وطن جي ويراني سان گڏ سانگيءَ کي پنهنجي خاندان جي
زوال(١)، پنهنجي ملڪي حڪمرانن جي رواداري ۽ ڏارين جي ناانصافي جو شدت سان احساس هو:

(١) خاندان جي عظمت ۽ زوال جو ذڪر مير صاحب پنهنجي فارسي اشعار ۾ پڻ ڪيو آهي. مثنوي "دار و گير"
۾ چوي ٿو ته:

جليل المراتب بود اين خاندان | بہ اجلال و اقبال و نام و نشان
و ليڪن نڪرديم ما قدرِ آن | ز ماگشت بد نام اين دودمان

تڏهن ترڪ وطن ڪيوسين جڏهن اهلِ وطن بگڙيا
جي بگڙڻ جا نه هئا اهڙا به ياران ڪٿهن بگڙيا
(ص ٣)

هتي دردن جا ته دڪان هئا، هت سورن جا سامان هئا
وڏا شوخن جا هت شان هئا، سي هاڻي ساڳيا متائي ويا
(ص ٧)

هي سا زمين آهي، جتي شهريار سنڌ بهر شڪار ايندا ها، جا ڪرّ و فرّ ڪري
آهن نشان هي ز صناديدگانِ سنڌ اشراف جي ڏسن ته وڃن چشم تر ڪري
(ص ٨٣)

ڏسندي ٿي او دولتن جون دولتون اصل جي خالن جا خالا ياد پيا
(ص ٩٥)

ڪير اڄ ڏيندو اڏاوت، ويا اڏائي ڏيندڙ جي هيئڙ آهن، آهن سي لڏائڻ وارا*

حاڪمو هلجؤ هتي دامن سنڀالي خون ڪان ڪه اندرين ره ڪشته بسيارند قربان شما
(ص ٣)

انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته سانگي پهريون سنڌي شاعر هو جنهن پنهنجي شعر ۾ وطن پرستي ۽ قوميت جي جذبي جو اظهار ڪيو ۽ ڌارين جي غلاميءَ خلاف آواز اٿاريو.

## سماجي ماحول.

ڌارين جي غلامي سبيان ملڪ جو سماجي ماحول ۽ معاشرو پڻ بگڙڻ لڳو، ۽ انهيءَ سماجي بگاڙ جو سانگي جي حساس طبيعت تي وڏو اثر ٿيو. انگريزن جي تسلط سان، غلامانه ذهنيت جو غلبو ٿيڻ لڳو. ديانتداري ۽ ايمانداري جي بجاءِ ريا ۽ مڪاري رائج ٿيا. سردارن ۽ سربراهن پنهنجن نون آقائن کي خوش ڪرڻ خاطر راڄ ۽ راڄداري جون رسمون ترڪ ڪرڻ شروع ڪيون. انگريز پڻ پراڻن ۽ اصلي خاندانن کي شڪي نگاهه سان ڏسندي، سندن مقابلي ۾ پنهنجي حمايت خاطر پنهنجا نوان ماڻهو ڪڙا ڪيا. اڳين ريتن، رسمن ۽ رواجن جي بجاءِ نوان قاعدا قانون رائج ٿيا، ۽ انهن کي هلائڻ لاءِ نيون ڪورٽون ۽ نوان قاضي (مئجسٽريٽ) مقرر ٿيا جن جي ذريعي رشوتن جا دروازا کلي پيا. مطلب ته نون حاڪمن جي نون حڪمن ۽ قانونن، ملڪ ۽ معاشري جي روايت ۽ انفراديت کي ختم ڪري ڇڏيو. هن اهين ماحول جو لٿون رنگ ڏسي سانگي چيو ته:

---

(١) سانگي جذبي جو اظهار پنهنجي هيٺين اردو شعر ۾ ڪيائون ته:
انصاف کے عدو ہوئے حکّامِ روزگار ظالم جو تھے، وہ فرمان روا ہوئے (ص ٣٨٢)

هوا اهڙي لڳي آهي جو پنهنجي پنهنجي مذهب کان، مسلمان ۽ ڪرستان ۽ يهود ۽ برهمن بڪ
زماني رمز سان ورتي جا آهي راه حاڪم جي، ڏسو وسمن کان پنهنجي پڪ قام سڀ مرد وزن

( ص ٣ )

—

پرالسا خاندان جي هشا سي ٿي پيا پورا زماني ڏس نوان آهن نون خانن جا خانا
اڳي جي لاتوان ها سي زمالي ڪيا توانا، پر توانا جي اصل هـا سي زماني لاتوانا

( ص ١٠٦ )

—

رد قاعدا قديم ٿيا، قانون ساز ڪيا ڪورٽ نئين، وڪيل نوان، وڙ لوان نوان
منجسٽريٽ ٿيا نوان، تازا قانم ٿيا مجرم نوان ۽ دزد دلاور نوان

( ص ١٤٦ )

—

جڏهن منجسٽريٽن کي ملي مسال وڪيلن جي هلي کهڙي وڪالت.

باوجود هن نئين ماحول ۾ سماجي سٿم ظريفي جي، سانگي جو هر نئين تبديلي بابت پنهنجو نظ
عملي ۽ افادي هو. سندس خيال ۾ هر نئين تبديل ۽ ايجاد جي خوبي يا خرابي ان جي نتي
تي منحصر آهي:

موجد آهي چڱو ڪ ايجاد؟ جو خرابي ڏسي سو آهي خراب

## ادبي ماحول.

سنڌ تي انگريزن جي قبضي ۽ وڏندڙ تسلط جو ادبي ماحول تي بہ وڏو اثر پيو. اڳ
سرڪاري ڪاروباري توڙي اعليٰ تعليمي زبان فارسي هئي جنهن کي ختم ڪري ان جي ج
تي انگريزي کي رائج ڪيو ويو، جنهنڪري فارسي جي علمي ۽ ادبي روايت تي زوال آيو
سانگي جي ساماڻجڻ تائين فارسي جي علمي ۽ ادبي روايت زوال پذير ٿي چڪي هئي، مگر ايا
زنده هئي. ڪانئس عمر ۾ وڏا جيڪي اديب ۽ شاعر هئا سي بنيادي طور فارسيءَ جا شاعر هئا
فن شاعري جي لحاظ سان پختہ مشق هئا. سندن فارسي شاعري البت روايتي رنگ واري هئي
غزل ۽ مثنوي سندن شاعريءَ جا مکيہ قالب هئا، ۽ هنن قُدماءُ جي تشبيهن ۽ استعارن، بلد
قافين ۽ رديفن کي وڏي ذوق شوق سان پئي استعمال ڪيو.

پيو تہ انگريزن جي دؤر ۾ ڇپائي جو سلسلو شروع ٿيو ۽ اخبارون نڪرڻ شروع ٿيون
شعر و شاعري جي دائري ۾، اخبارن ذريعي مشاعري جي رواج کي فروغ حاصل ٿيو. سن
الدر ڪراچي مان نڪرندڙ فارسي اخبار 'مفرح القلوب' ذريعي فارسي ۾ مشاعرا مشهور ٿ
جن فارسي شاعري جي روايت کي ڪجهہ وقت لاءِ زنده رکيو، پر ان سان گڏ 'شاعري' هڪ
ذهني مشق ۽ علمي ڪاوش جي صورت ۾ منظر عام تي آئي. سنڌ ۾ ان دؤر جا مشهور فارسي
شاعر جن مشاعرن ۽ محفلن ۾ بهرو پئي ورتو سي سانگي جي علم دوستي سببان سانس ملاقاتي

يا متعارف هئا. سندن ذڪر خير هن ڪان اڳ اسان ڪري آيا آهيون (١). فارسي مشاعرن جي تَڪلُّف ۽ تَصنُّع وارو رنگ سنڌي شاعرن تي پڻ غالب پيو. جهڙن فارسي شاعرن ڪي اخبار 'مفرح القلوب' شهرت ڏني تہ سنڌي مشاعرن ڪي وري ان وقت جي پين اخبارن جهڙوڪ 'سند سڌار' 'مجمع محمدي'، 'اڪليل سند'، 'معين الاسلام' ۽ 'معاون الاسلام' مشهور ڪيو، ۽ پڻ شاعرن کي سنڌيءَ نظم جوڙڻ تي آماده ڪيو. بقول مرتضائي:

اج مغز منهنجي کي طراوت آئي هن اخبار ڪان
قوت جگر ۽ جان کي از زبر ۽ زيري رَسي.

بهرحال اخبارن ۽ مشاعرن ذريعي سنڌي شاعرن نئين عروضي شاعري ۾ مشق شروع ڪئي ۽ سنڌي غزل ذهني ڪوشش ۽ ڪاوش ذريعي تصنُّع ۽ تڪلُّف جي لباس ۾ نمودار ٿيو.

تيون تہ انگريزيءَ سان گڏ سنڌيءَ ۾ پڻ تعليم شروع ٿي. شعر و شاعري جي دائري ۾ هن کان اڳ سنڌي شاعر خالص سنڌي روايت جا علمبردار هئا، يعني تہ 'بيت' ۽ 'ڪافي' سندن شاعريءَ جا مکيہ قالب هئا. نئين سنڌي تعليم جا فارغ شاگرد ۽ سندن استاد فارسي ادب ۽ شعر جي روايت سان مانوس هئا، ۽ انهيءَ ڪري سنڌي جي علمي ۽ ادبي حلقن تي پڻ ان روايت جو رنگ چڙهيو: خصوصاً سنڌي شعر و شاعري ۾ پهريون پيرو فارسي شاعري جا قالب عام مروج ٿيا، ۽ 'غزل' ۽ 'مثنوي' کي خاص اهميت حاصل ٿي. محض شعري قالبن جي تبديل آڻڻ ايترو مشڪل ڪانہ هئي، مگر ان سان گڏ چئن پين شعبن (يعني تہ شاعرانہ تخيل ۽ مضمونن، بديع ۽ معاني جي لزاڪتن، عروضي ضرورتن ۽ نج سنڌي اصطلاحن جي استعمال) ۾ تبديل آڻڻ ايترو آسان نہ هئي: فارسي مان سنڌي ڏانهن تَوَسَنِ طبع جون واڳون ورائينديي، پهرئين دؤر جا شاعر اهي سڀ نوان ميدان سر ڪري نہ سگهيا، مگر گهڻي قدر فارسي واريون ساڳيون گهتيون گهوريائون، ۽ آسانيءَ خاطر سنڌي غزل ۾ پڻ فارسي شاعري جي مضمونن، تشبيهن ۽ استعارن کي استعمال ڪيائون. عروضي قواعد جي لحاظ سان سانگي جا وڏا معاصر پختہ مشق هئا، مگر خالص سنڌي اصطلاح جي استعمال طرف لہ هنن ايترو گهٽ توجہ ڪيو، ۽ نڪي پاڻ مُراد و ڪين ايتري اهايان ڪاميابي حاصل ٿي: فقط سانگي پارن ڪن ٿورن سچاڻ شاعرن نوان ۽ ڪامياب تجربا ڪيا جيئن تہ اڳتي بيان ٿيندو.

سنڌ ۾ عروضي شاعري جي هن نئين اسرندڙ دؤر جي مڙني رجحانن، يا سڀني شاعرن جو ذڪر ۽ سندن ڪلام جو جائزو سر دست اسان جي مقصد جي دائري کان ٻاهر آهي(٢). البت اجمالي مطالعي جي بناء تي هن دؤر جي متعدد لظم-گو عالمن ۽ اديبن مان جن قدري معياري نظم چيا يا طبعزاد شاعري ڪئي تن کي هيٺين گروهن ۾ وراهي سگهجي ٿو:

---

(١) ڏسو مٿي ص ٥٣

(٢) سنڌي عروضي شاعري جي تاريخي مطالعي لاءِ، شاعرن جي گهڻائي واري هن ابتدائي دؤر، جي تفصيلي جائزي جي ضرورت آهي.

(الف) قدماء وارو دؤر، يعني ته پهرين صف وارا شاعر جن جو سروڻ خليفو گل محمد صاحب 'گل' هو، جنهن اڻي طور تي 'سنڌي غزل' کي جنم ڏنو. مير محمد حسن علي خان 'حسن'، آخوند محمد قاسم 'قاسم'، غلام محمد شاه 'گدا'، سيد حيدر شاه 'حيدر'، حاجي محمد فضل 'ماتم' حيدرآبادي، امام بخش شاه 'فدوي' ٺٽوي، مير سيد ڪريم بخش شاه شيرازي ٺٽوي 'عزيز'، فاضل شاه 'فاضل' حيدرآبادي، حافظ حامد ٽکڙائي، غلام مرتضيٰ شاه 'مرتضائي' ٺٽوي، هدايت الله 'مشتاق' متياروي ۽ سندن ساٿياري هن پهرين گروه جا شاعر هئا، جي سانگي ۽ سندس ساٿين کان عمر ۾ وڏا هئا. انهن جي تعليم ۽ تربيت فارسي ذريعي ٿي هئي؛ علمي لحاظ کان ڪين سخن تي دسترس هو ۽ پڻ عروضي پابندين ۾ پڪا پختا هئا. الهن مان گهڻن سيني فارسي واري روايتي رنگ ۾ شاعري ڪئي. سندن سنڌي غزل 'سَبْڪ سنڌي' جي بدران 'سَبْڪ فارسي' جو مظهر ٿيو.

آخوند محمد قاسم 'قاسم' ۽ غلام محمد شاه 'گدا' هن گروه جا چڱا نمائندا شاعر هئا جن کي سندن ٿيڻ معاصرن استاد ڪري مڃيو. هنن پنهنجي سنڌي غزل کي فارسي واري روايتي رنگ ۾ نهايت ئي خوش اسلوبيءَ سان نباهيو. سندن واسطي 'غزل' هڪ شاعرانه فن هو جنهن جو معيار فارسي غزل جي صورت ۾ موجود هو، انهيءَ ڪري هنن سنڌي غزل کي پڻ ان فني معيار مطابق موڙي سنواري پيش ڪيو. فارسي الفاظ ۽ اصطلاح، تشبيهون ۽ استعارا سندن واسطي هن فني معيار ۾ لازم ملزوم جز هئا، ۽ پنهي تفوق ۽ برتري خاطر پنهنجن سنڌي غزلن ۾ عمداً ۽ ارادتاً فارسي بلڪ عربيءَ جون منظوم مصراعون بي تحاشا استعمال ڪيون.

(ب) وچون دؤر، يعني ته سانگي جي سن جا شاعر جن مان پڻ گهڻن جي تربيت فارسي تعليم ذريعي ٿي ۽ هو فارسي غزل جي رنگ و روايت کان واقف هئا. البت ڪي ٿورا اهڙا به هئا جن جي فارسي تعليم ايترو گهٽ ڪانه هئي، مگر ذاتي ذوق ۽ صحبت جي فيض سببان ڪين سخن تي دسترس هئي. هو پنهنجن وڏن معاصرن جا سڌي طرح شاگرد هئا يا اڻ سڌي طرح ڪانئن بهره ور هئا، انهيءَ ڪري ڪم و بيش هو پنهنجن وڏن معاصرن جي نقش قدم تي هليا. مگر سندن دؤر ۾ 'سنڌي ماحول' وڌيڪ روشن ٿيو، ۽ وڏن معاصرن جي ڀيٽ ۾ سندن ڪلام تي پڻ انهيءَ ماحول جو قدري وڌيڪ رنگ چڙهيو. هيٺيان صاحب هن گروهه جا نمايندا شاعر هئا: مير عبدالحسين خان 'سانگي'، ميون محمد يوسف عرف ميون وڏل 'حيدري' سعيدپوري، مير امير علي 'امير' علي آباڻي خيرپوري، مير گل حسن خان (ڪنڌرڻ جو) خيرپوري، منشي رسول بخش 'رهسي'، مير غلام علي سبزپوش 'علي' (پڻ 'قربان') ٺٽوي، مرزا قليچ بيگ 'قليچ'، مراڻي ميان امام علي خدمتگار، مرزا دوست محمد 'دوست'، مرزا بيدل بيگ 'بيدل'، آغا فتح علي شاه، آخوند فقير محمد 'عاجز' حيدرآبادي، مير علي نواز 'علوي' شڪارپوري، مير الله بخش شهواڻي 'معروف'، ميان محب علي ٽالارو 'محب' حيدرآبادي، سيد صاحبڏنو شاه سجاده نشين درگاه بلڙي،

پير علي اصغر شاه صاحب 'اصغر' درگاه پير صاحب پاڳارو، حافظ عبدالله 'معذور' ميرپورساڪري جو ۽ ٻيا (١).

هن وچين دؤر ۾ ٻيا ٻئي طبقي جا شاعر هئا جن کي آساني خاطر 'سنڌي خوانده مُعلمن ماسترن شاعرن جو گروهه' سڏي سگهجي ٿو: جيتوڻيڪ منجهائن ڪي فارسيءَ مان واقف هئا پر اڪثر رڳو 'فارسي مائل' هئا ۽ سندن تربيت ان 'نئين سنڌي تعليمي نظام' مطابق ٿي هئي. منجهائن گهڻو ڪري سڀ مڪتبن جا معلّم يا پنهنجي اسڪولن جا ماستر هئا. اخباري مشاعرن کين 'غزل' ۽ نظم چوڻ تي آماده ڪيو ۽ هو قاصر، ڪدا ۽ سندن ساٿين جي نقش قدم تي گامزن ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا: بحر ۽ وزن مطابق لفظن جي قدري جوڙجڪ کي 'شاعري' ڄاڻائون ۽ فارسي لفظن ۽ اصطلاحن کي استعمال ڪرڻ ۾ پنهنجي 'شاعرانه برتري' ڀانيائون. بهرحال، باوجود پنهنجي بي سروساماني جي هو شاعري جي هن نئين ميدان کي سر ڪرڻ خاطر هڪٻئي جي ريس تي ٽولن جا ٽولا ڪري لڪري پيا ۽ 'شاعرن جي گهٽائي' پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا. ان 'گهٽائي' جو اندازو الهيءَ مان لڳائي سگهجي ٿو جو 'مرتضائي' پنهنجن نظمن ۾ پنجاهه کان وڌيڪ شاعرن جا نالا ڪنيا آهن جن ۾ اڪثر هن گروهه جا شاعر شامل آهن.

"جت مُدَرّس مدرسي جا 'عبد' ۽ 'قربي' رهن     مرتضائي خوب هڙهڪ ماستر پيدا ٿيو"
(مرتضائي)

غلام علي سبزپوش ٺٽوي جيتوڻيڪ فارسي شاعري جي روايت جو علمبردار ۽ وڌيڪ پختہ مشق شاعر هو، ۽ فن جي لحاظ سان پڻ هو سالڪي ۽ سندس طبقي جي شاعرن مان هو، مگر جيئن ته هو پيشي جي لحاظ سان سنڌي ماستر هو، الهيءَ ڪري آساني خاطر کيس 'سنڌي معلمن ۽ ماسترن جي گروهه' وارن شاعرن جو سرواڻ سڏجي ته بي جاءِ نه ٿيندو. سندس راءِ موجب ان وقت گهڻن ته رڳو دل خوش ڪرڻ ۽ شاعر سڏائڻ خاطر پئي شعر چيا پر منجهائن قابل ڪي ٿورا هئا:

سڀ 'علي' دل خوش ڪريو شاعر سڏايو شعر چئون
پر سڀني آندم جي شاعر تن جيهو قابل ڪٿي!

غلام علي سبزپوش سٽي پنهنجي هن نظم ۾، وڏن استاد شاعرن کان سواءِ لطيف، گلڻ، لطف، مائل، اداسي، سنياسي، شمس، حيدر، قاضي، راقم، نورمحمد، عبيد، مست، بيدل ۽ وفا (تخلص وارن شاعرن) جا نالا ڪنيا آهن. ماستر عبدالواحد 'سائل' پنهنجي هڪ نظم ۾ اڪمل، اسلم، خاطي ۽ خيال کي ڳڻيو آهي. قاضي محمد باقر 'راقم'، پنهنجي لظم ۾ لطيف، صديق، خفتي، ۽ عاصي کي ڏنيو آهي. آخوند عبدالقادر 'بيدل' پنهنجي لظم ۾ لطيف، اسلم، عبدالرحيم ۽ "مفتون دانشوَر" کي داد ڏنو آهي اهڙيءَ طرح

---

(١) هن گروهه جا ڪي ٻيا شاعر به هئا پر نموني خاطر انهن صاحبن جا نالا ڪاڻيا آهن. منشي رسول بخش 'رهي' بلوچستان جو هو، پر سنڌ ۾ گهڻو وقت گذاريائين ۽ سنڌي ۾ غزل چيائين. مرزا عباس دهلوي حيدرآباد جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ فارسي پڙهائيندو هو ۽ سنڌي ۾ پڻ غزل گوئي ڪندو هو.

ان وقت جي اخبارن يا ھمعصرن جي نظمن ۾ جن ٻون شاعرن جا نالا ملن ٿا تن کي وڌيڪ ڇڪ
تہ سؤ کن ٿي ويندا. انهن مان جن جا 'غزل' ۽ 'نظم' اسان جي آڏو آهن تن کي پيش نظر
في الحال هن نتيجي تي پهچجي ٿو تہ 'سنڌي خوالده معلمن ۽ ماسترن جي هن گروھ' مان هيٺيان
'شاعر' سڏائڻ ۾ نسبتاً وڌيڪ حق بجانب هئا: ماستر ڪمال الدين 'مست'، ماستر محمد يوسف
'مسڪين'، ماستر محمد صديق 'صديق'، ماستر عبدالواحد 'سائل'، آخوند لطف الله 'لطف' هالائي(١)
ماستر عبداللطيف 'لطيف'، ماستر عبدالقادر 'بيدل'، ماستر محمد اسلم 'اسلم'، ماستر محڪم الدين 'محڪم'
مفتي خوش محمد 'خاطي'، ٢) شمس الدين قريشي 'عاصي'، ماستر امام بخش 'خادم' ۽ ڪي ٻيا. مطلب
ڪن ٿورن صاحبن کان سواءِ گهڻو ڪري ٻيا سڀ نالي جا 'شاعر' هئا جن 'فاعلاتن فاعلات' ۾
مٿي مان سان نظم جي ارزان جنس کي مٿي ميڙي ڪٺي دفتر ڀريا. اهڙيءَ طرح جيتوڻيڪ ڪيترا
صاحب 'صاحبِ ديوان' بڻجي ويا مگر شاعريءَ جو معيار قائم ڪونہ رهيو. بقول مرتضائي:

'سوڪي ٿي شاعري ۽ وڌيو قدر شعر جو
سيڪو رکي ٿو دفترِ ديوان ڪيترا'

مٿين مڙني شاعرن بابت (جيڪي سانگي جا وڏا معاصر يا هم عمر هئا) مجموعي طور سان
هيئن چئي سگهجي ٿو تہ: قدماءَ ۾ خليفو گل محمد 'گل' پنهنجي رمز ۾ يڪانو هو. هن پنهنجي
ڪوشش سان، جڻ نج سنڌي غزل جو مجسمو تيار ڪيو ۽ ان ۾ ساهہ وڌو، مگر اهو غزل اڃا
ڄڻ ٻارڙو هو ۽ ٻڻ رنگين لباس جي زيب زينت کان محروم هو. سندس لنڊن معاصرن ان کي
نهائي وڏو ڪري ايراني عبا ۽ قبا، آستين ۽ ڪلاهہ سان آراستو ڪيو، ۽ پڻ شيراز جي باغن بستانن
جو سير ڪرائي ان کي گلن ۽ بلبلن جا چهچٽا ڏيکاريا: بعضي البت ان کي سنڌي سلوار يا پهراڻ
پارائي سنڌ جي سرزمين پڻ ڏيکاريائون. سانگي واري سن جي شاعرن مان پڻ گهڻن ساڳي خدمت
ادا ڪئي، جيتوڻيڪ 'غزل' لاءِ قدري وڌيڪ سنڌي لباس مهيا ڪيائون ۽ سنڌ جي سرزمين
کان پڻ ان کي قدري وڌيڪ روشناس ڪرايائون. سنڌي خوانده شاعرن واري گروھ لاءِ
سنڌي غزل کي سنڌي لباس پارائڻ ۽ سنڌي ماحول ۾ سير ڪرائڻ وڌيڪ آسان هو، مگر سندن وڏن
معاصرن ۽ استادن جو غزل کي ايراني وڳا ڍڪايا هئا، سو هنن پڻ پاليو تہ غزل جي سولهن ڪا آهي
تہ انهيءَ عبا ۽ قبا، آستين ۽ ڪلاهہ ۾ ئي آهي؛ پر ڪين اهڙي لباس تيار ڪرڻ لاءِ نڪي هنر
موڙي تہ نڪي پهچ هئي، انهيءَ ڪري پنهنجن سنڌي ڪچ وهٽ وارن جامن ۾ ئي پرائين عبائن
۽ قبائن جي قائل نڪرن جا پيوند هڻي ڪٺي پورائي ڪيائون.

هن نئين سنڌي شاعري جي لئين ادبي ماحول کان (جنهن جو مختصر خاڪو مٿي پيش ڪيو ويو
آهي) سانگي متاثر ٿيو، ۽ پڻ پاڻ ان کي متاثر ڪيائين. مٿين جائزي جي بناء تي هيٺين نتيجن

(١) ان وقت ميان لطف الله، هيڊ ماستر سڪول چنيچا (تعلقہ مورو) جو تخلص پڻ 'لطف' هو.
(٢) پڻ ان وقت قاضي عبدالوهاب بوبڪالي پنهنجو تخلص 'خاطي' ڪندو هو ۽ چڱو خاصو شاعر هو.

تي پهچي ٿو: (١) مجموعي طور سان، هيءَ ’موزون سنڌي شاعري‘ جنهن تنهن آمرندڙ دؤر هو جنهن ۾ خاص طرح ’سنڌي غزل‘ جي آبياري ٿي. (٢) سنڌي غزل، فارسي غزل جي عڪس جي صورت ۾ نمودار ٿيو. قالب ۽ هيئت، محاڪات ۽ مضامين، بديع ۽ معاني ۾ ’فارسي غزل‘ وارو روايتي رنگ ’سنڌي غزل‘ تي غالب رهيو. (٣) زبان ۽ اسلوب بيان جي لحاظ سان، فارسي الفاظ ۽ اصطلاح، بندشون ۽ ترڪيبون ’انهن موزون سنڌي شاعري‘ جي خاص خصوصيت رهيون. خالص ’سنڌي اسلوب بيان‘ طرف ڪن ٿورڙن شاعرن قدم وڌايو. (٤) مشاعرن جي ذوق ۽ اخباري شهرت سببان ’شاعرن‘ جي گهڻائي ٿي؛ ’آمد‘ بدران ’آورد‘ جو دؤر شروع ٿيو؛ ۽ سنڌي غزل ذهني ڪوشش ۽ ڪاوش ذريعي تڪلف ۽ تصنع جي لباس ۾ نمودار ٿيو. انهن لاڙن جي مدنظر، سندس وڏن معاصرن ۽ همعصر شاعرن جي ڀيٽ ۾ سانگي جي انفراديت جو قدري اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

**’طرز فارسي‘ جي بجاءِ ’طرز سنڌي‘ جي ايجاد.** سانگي کي شاعريءَ جو ذوق شوق سندس وڏن معاصرن، خصوصاً غلام محمد شاه ’گدا‘ جي غزلن ۽ لطفن کي ڏسي ٿيو. ’گدا‘ ڏانهن اشارو ڪندي خود پاڻ چوي ٿو ته:

”مون کي پڻ شوق شاعريءَ جو ٿيو ڏسي تنهن جا غزل بطولاني“(١)

’گدا‘ جي غزل تي فارسي شاعري وارو روايتي رنگ غالب هو، ۽ اها روايت ئي هڪ مثالي نمونو طور سانگي جي آڏو پڻ رهي. سانگي جي تعليم ۽ تربيت پڻ فارسي ذريعي ٿي، ۽ ان دؤر جي علمي ادبي ذوق مطابق فارسي شعراء سان خصوصاً حافظ، سعدي ۽ فردوسي کي وڏي تحسين ۽ قدرداني جي نگاه سان ٿي ڏٺو ويو. سانگي کان اڳ واري قريبي دؤر ۾ سنڌ خواه هند ۾ جنهن به غزل چيو ته اڪثر ’حافظ‘ جي غزل کان متاثر ٿي چيو. سنڌ جي فارسي-گو شاعرن تي پڻ حافظ جو رنگ غالب هو، ۽ سنڌي گو شاعرن تي به ساڳيو رنگ چڙهيو. سانگي جي ’پهرئين ديوان‘ جو پهريون غزل ئي حافظ جي مصرائن جي تضمين سان سينگاريل آهي:

”تو کهري دلبر دعا حافظ سان گڏ عبدالحسين روزي ما باد لعلِ شڪر افشانِ شما“

اهڙيءَ طرح حافظ جي ٻين غزلن جي پِران پڻ سانگي پنهنجا غزل چيا، بلڪ حافظ جو همنشين ۽ ’هم زبان‘ بڻجي پنهنجي جذبات جو اظهار ڪيائين:

حافظ سان هم زبان ٿي چوان ٿو اي زاهدو مانيستيم معتقدِ مرد خود پسند
جنهن جو ڏسڻ هو حافظِ شيراز کي به شاق سو ويهي آءٌ ڏسان ۽ حريفان مئي خورند (٢)

مطلب ته سانگي پڻ شروع ۾ ٻين شاعرن وانگر فارسي غزل واري روايت کي قبول ڪيو، ۽ ان جي تاريخي قدامت ۽ فني عظمت جي مدنظر ان کي آخر تائين لباهيو ۽ واه جو نباهيو. البت

(١) ص ٦٩. (٢) ص ١٩.

سالکي ۽ سندس وڏن معاصرن توڙي همعصر شاعرن ۾ فرق هيءُ هو جو پيا شاعر اڪثر
فارسي واري روايتي رنگ ۾ آخر تائين رتل ۽ راضي رهيا، مگر سالکي انهيءَ روايتي ماحول
مغلوب نہ ٿيو: روايتي رنگ ۾ بہ سالکي جي خوداعتمادي نمايان آهي، جو هو حافظ
همنشين ۽ همڪلام آهي تہ فردوسي، سعدي، صائب، فغاني ۽ 'شاعر شروان' کان داد طلب
سندس انفراديت انهيءَ ۾ هئي جو ڪيس 'فارسي روايت' جي بدران 'سنڌي روايت' کي قائم
۽ فروغ ڏيڻ جو جذبو جاڳيو، ۽ انهيءَ ڪري سالکي، عمداً ۽ ارادتاً، سنڌي نظم کي نج
اسلوب بيان جي پوشاڪ پهرائڻ جي ڪوشش ڪئي. پنهنجي انهيءَ تجربي ۾ کيس ڪافي دقت
چاڪاڻ تہ فارسي الفاظ ۽ اصطلاح 'شاعريءَ جي زبان' جا جز بنجي چڪا هئا، ۽ انهيءَ
باوجود سنڌي ڏانهن لاڙي جي اهي الفاظ ۽ اصطلاح خود بخود زبان تي چڙهي ٿي آيا.
انهيءَ ڪيفيت جو اظهار مارئي جي سي‌حرفي(۱) منظوم ڪرڻ وقت هن طرح ڪيو تہ:

بي‌حرفي سٺو جا چوان سربسر ڏيان مارئي جي ڏکن جي خبر
مگر مون کي هڪڙو هي آهي حذر نہ ڇنندي ڪڏهن پارسي کان پچر

باوجود انهيءَ مشڪل جي سالکي 'پارسيءَ کان پچر ڇڏائڻ' ۾ بالا آخر ڪامياب ٿيو. ...
فن جي، فارسي غزل واري روايتي رنگ ۾ سنڌي غزل چوڻ کي عار ڪونہ سمجهيائين، مگر
سان گڏ سنڌي غزل کي خالص سنڌي ماحول ۾ چمڪائڻ، خالص سنڌي محاورن سان سينگار
سنڌي ٻولي جي دلپذير اسلوب بيان ۾ ادا ڪرڻ جي راهہ روشن ڪري ڇڏيائين (۲). جٽن
ڪڇن جي فضائن، مينهن جي وسڪارن ۽ ساوڻ جي نظارن، مارن جي ماڳن ۽ سالڪين جي ...
جي دلپذير ذڪر سان سنڌ جي فطري ماحول کي چمڪايائين؛ ۽ مارئي، سسئي، سهڻي جي ...
مذڪورن سان انهيءَ ماحول ۾ مقامي انسانوي رنگ پريائين، ۽ اهڙيءَ طرح نئين سنڌي شا...
۾ جڻ خالص 'طرز سنڌي' جو بنياد وڌائين. هيٺين قسم جي مطلعن وارا سندس غزل ۽ نظم ...
سنڌي ماحول جو آئينو ۽ 'طرز سنڌي' جو نمونو آهن:

واهہ مهراڻ جي ڪيٽي خوش‌نما (ص ۱۰۵)

—

وسيو وڏ ڦڙو آهہ ابر بهار (ص ۱۲۱)

—

ڪيا سنڌ ۾ آهن ساوڻ سڪار (ص ۱۲۲)

—

ڪيم قرب جن جي ۾ عين‌الڪمال (ص ۱۳۷)

—

(۱) ص ۱۰۸ (۲) ص ۱۳۶

آئـا مـينـهـن مـاون تـي بـي انـتـهـا (ص ١٠٠)

—

سکيا منهنجا سائين مـلـا منجهه مـلـيـر (ص ١١٩)

—

عمر آيا اجهي آهن پجي بادل بهارن جا (ص ٩٧)

—

تـي سـرتين کي سـئـي چيو حافظ خـدا (ص ٦٦)

—

صبح سـاڻ سـئـي کـيـو سـاز سـفـر (ص ١٢٠)

—

کـيـو سهڻيءَ کـي سهڻو سـوز سماهـڙ (ص ١٢٣)

”ڪير قرب جن جي ۾ عين الڪمال“ جي مطلعي وارو سڄو غزل مارئيءَ جي مضمون ۾ سٽيل آهي، جنهن لاءِ سانگي چوي ٿو ته:

سڄو طرز سنڌي ۾ ٿيو هي غزل — مُصفّا ز آسباب و ز خط و خال

هن ’طرز سنڌي‘ جي آبيازي خاطر، خالص سنڌي ماحول سان گڏ سانگي ٺيٺ سنڌي اصطلاحن، محاورن ۽ مثالن ذريعي اسلوب بيان کي به ’طرز سنڌي‘ جو لازم ملزوم جُزُ بڻايو. سانگي جتي روايتي رنگ وارو تخيل پيش ڪيو يا فارسي الفاظ، اصطلاح ۽ بندشون آنديون ته ان سان گڏوگڏ سنڌي ماحول کي به چهڪايائين، ۽ ٺيٺ سنڌي الفاظ ۽ اصطلاح بي تحاشا استعمال ڪيائين مثلاً:

تيغ ابروئي يار بس خمدار — عاشقن تـي سندس سٽڪو

پهلواني آهـي تـہ آهـي اها — سانگي پنهنجو بچائجي پٽڪو (ص ٥٣)

—

آهـي عنقاصفت محبت تـي — مون زمالو ڏٺو آهي سارو

پوي قسمت سان مان فرّخ فال — وري پيهر بـہ ڏارجي ڏارو (ص ٥٤)

—

مجنون جي وادي ۾ وڃي هڪڙو اي ’حيدري‘! (١)

آهـو ٽـنـل ٽـهـن ۾ ڏٺـو مـون، تـون يـاد پئين (ص ٥٠)

بيشڪ ’مجنون جي وادي ۾ آهو‘ آهي، پر اهو ٽهن ۾ ٽنـل ڪاهڙ هرڻ سنڌ جوئي آهي ۽ هڪ سنڌي دوست جي ٿي ياد تازي ڪري ٿو. مطلب ته باوجود فارسي لفظن، محاورن، تشبيهن ۽ استعارن تي مـلڪي جي سانگي جڏهن خالص سنڌي ماحول جو بيان ڪري ٿو ته ٺيٺ سنڌي لفظن ۽ مقامي اهڃاڻن کي پرنور انداز ۾ آڻي ٿو. سانگيءَ کي سانگين جي ماحول جي ته خاص طرح پوري ڄاڻ آهي، ۽ انهيءَ ڪري مارئيءَ بابت سندس مڙيئي نظم ’طرز سنڌي‘ جو آئينو آهن. مثلا

(١) ’حيدري‘ مان مراد ميون وڏل حيدري آهي.

"عمر ٻائر جي ٻاسي جي ٻهون چارين ٻنهواريون" جو مطلعو ئي(١) مارن جي ماحول اکين آڏو ٻيهاري ٿو. هيٺ هلي انهن ٻهن (ٻڪرين) جا پورا ٻار ٻتا ڏني ٿو ته:

ٻـاٻـاٿـن جـون آهـن ٻڪريـون 'ٻـريـون' ۽ 'قـلـقـلـيـون' 'ٻـيـرڪ' 'ڳلهيون'، 'ڳاڙهيون'، 'ڪجي'، 'ڪوشون'، 'ڪوراڙيون' ۽ 'ڪتيون' 'ڪاريون'.

ظاهر آهي ته سانگي نه فقط ڪن خالص سنڌي ناٿن ۽ اهڃاڻن لاءِ خاص سنڌي لغت جا الو آندا، مگر روزمره جي زبان جي عام فهم لفظن ۽ محاورن کي پنهنجي شاعرانه زبان جو جز ٻ عام لب و لهجي واري دارجا جو استعمال. سانگي جي انفراديت ئي انهيءَ ۾ هو اصولي طور هن 'درسي زبان' جي بجاءِ روزمره واري 'دارِجا' (عوام جي لب و لهجي عام رائج ٻولي) کي اختيار ڪيو ۽ ان کي پنهنجي شاعريءَ جو ذريعو بنايو. نه فقط انهيءَ روزمره جي گفتگو واري سنڌي زبان ۽ ان جي سلوڻن ۽ پيارن محاورن ۽ چست کي پنهنجي شعر جو تَرُ ۽ ٻَرُ بنايو، پر هن عمداً پڙهيلن واري 'درسي زبان' جي تڪلف کان ڪناره ڪشي جي ڪوشش ڪئي. هڪ نظم ۾ سڀ اڄ سنڌي قافيا آڻي چوي ٿو ته:

"منظوم ٿيو هن لظم ۾ سڀ قافيو سنڌي يعني ته ڪنهين علم جو هن تي مَ ٿئي ٿورو"

يعني ته سنڌي قافيا انهيءَ لاءِ استعمال ڪيائين ته سندس نظم، پڙهيلن واري علمي يا د زبان جو محتاج نه رهي. نه فقط ايترو پر سانگي عروضي لوزامات کي ٻڻ هن 'دارِجا' سنڌيءَ تابع ڪيو جيئن ته هن سلسلي ۾ 'عروضي لوازمات' هيٺ ڏنل بحث مان معلوم ٿيندو.

ڪن چوند انگريزي لفظن ۽ نون اصطلاحن جو مَعنيٰ خيز انداز ۾ استعمال. ٻولي جي سل ۾ ان وقت جي ماحول جي ٻي هڪ خصوصيت جو ذڪر ڪرڻ ٻڻ ضروري آهي. انگريز حڪومت جي نون ڪاتن، قانونن ۽ ڪورٽن، انگلنڊ مان گهرايل شين جي نالن نشانن، ۽ نو تعليمي ادارن جي عمل ۽ اثر سبيان، انگريزي لفظن جي استعمال جو چلامان شروع ٿيو. سانگ انهيءَ چلامان تي انگشت نمائي ڪئي؛ انگريزي لفظن کي پنهنجي ڪن شعرن ۾ عمداً ۽ اراد استعمال ڪري هڪ عجب ظريفانه انداز ۾ 'انگريزي خوانده جي فوقيت' واري خام نظريي ٻي لقاب ڪيائين. پنهنجي هڪ فارسي شعر ۾ چيائين ته:

دگـر نـمـانـد دريـن عـهـد از کمال نشان کسي کـه انـگلش آموخـتـه است دانا شد
(ص ١٩٣)

هيٺين شعرن ۾ انگريزي لفظن جو ظريفانه ۽ معنيٰ خيز انداز ۾ استعمال نمايان آهي:

الدرم هڪ ۽ ٻاهر ٻي رکن هن ملڪ جا ساڌو رهن ٿا تئن آهي جئن 'فير باڪس' ڏس فرنگي جو
(ص ١٥٧)

---

(١) ڏسو ديوان پيو، ص ١٣٦ (٢) ڏسو، ص ٥١.

طلاطم آهه رهيو 'آڳبوٽ' جي عزت کي — غيور هوندو سو رهندو سدائين غم ۾ غريق (ص ١٣٤)

خيال دل کي آهي 'دريسن' جو — عشق آهي سفيد 'فيسن' جو (ص ١٥٦)

پنهنجي پنبڻن جي يار 'پلٽڻ' جو — غمزه و ناز کي 'ڪماني' ڪر (ص ٢٠)

عاشقن جي تہ آهه لاءِ رقيب — 'هيٺري مارٽن' جي آهه تفنگ (ص ٣٥)

منهن ماڻهن جي ابرو جو اشارو — سو سانگي لاءِ سرڪاري 'سمن' آ (ص ٦٢)

دلستاني ڪري آهي دل ۾ — قرب واري قريب پاتي 'ڪاپ' (ص ١١٣)

تن کان 'ماجسٽريٽ' ضامن وٺ — دلربا آهن دزد دل دمباز (ص ١٢٤)

پرت جي 'پلٽڻ' ڪري في الفور 'فير' — تير مژه ۽ ڪري ابرو ڪمان (ص ١٤٣)

تنهن جي سانگي 'اپيل' رد جيڪو — ڪري سرڪار ساڻ دل جي ڳالهہ (ص ١٦٠)

اهڙيءَ طرح سانگي ڪي چوند انگريزي الفاظ ۽ خاص اصطلاح نهايت ئي معنيٰ خيز انداز ۾ استعمال ڪيا، مگر انهن کي پنهنجي زبان جو جز ڪونہ بنايائين. هڪ 'سنڌي غزل' ۾ انگريزي دور جي انتظامي عهدن جو استعمال(١) ۽ هڪ اردو غزل ۾ انگريزي لفظن جو استعمال(٢) هن سلسلي ۾ سندس تفننِ طبع جي ساک پرين ٿا.

نئين عروضي شاعريءَ جا لوازمات. اسان مٿي چئي آيا آهيون تہ 'سنڌي عروضي شاعري' جو اوسر هن نئين ادبي ماحول جو هڪ نمايان نشان هو. هن نئين شاعري لاءِ بحر ۽ وزن جي چاڻ ۽ عروضي قواعد جي پابندي ضروري هئي. سانگي جي وڏن معاصرن توڙي سانگي ۽ سندس سائين انهيءَ پابندي جي 'اصولي' طور پوئواري ڪئي ۽ فروعات کي درگذر ڪيائون. هنن سنڌ جي 'آسامي شاعري' واري قديم روايت موجب، سنڌي لفظن کي "اکري هجي ۾ ورهائڻ" جي بدران انهن کي روزمره جي ٻولي واري عام اُچار ۽ آواز جي لحاظ سان استعمال ڪرڻ کي جائز سمجهيو. سانگي تہ خصوصاً 'درسي زبان' بدران روزمرهہ جي عام مروّج ٻولي (دارِجا) کي ئي پنهنجي شعر جو ذريعو بنايو، جنهن جي لفظن جي اچارن ۾ 'ساڪن حرفن جا مَتجمّعا' هڪ نمايان نشان بنجن ٿا. ازانسواءِ دارِجا واري لب و لهجي مطابق، ڪن لفظن جو 'عام اچار' الهن جي

(١) ديوان پهريون: "آهي لڳو جو آهيان آءٌ خاقان روزگار— الخ." (ص ٢٣)

(٢) اردو ڪلام نمبر (٤١)، ص ٤٧٩.

'اکري تلفظ' کان علحدو آهي؛ بعضي کن عام اچارن ۾ 'حروف علت' حذف ٿين ٿا. انهيءَ ۾ هيٺيان مثال غور طلب آهن:

| 'درسي زبان' وارو تلفظ | دارِجا وارو اچار |
|---|---|
| ڪَيو، ڪَيا (فَعَل) | ڪيئو، ڪيا (=ڪو، ڪا=فَع) |
| ڪَيائين (فَعَولُن) | ڪئيئين، ڪئين (=ڪي فَع) |
| ڏِنيُون (فَعَلُن) | ڏِنيئون (=فَعَل) |
| قُرب، شُغل، عَقل، عِلم (فاع) | قُرُب، شُغُل، عَقُل، عِلِم (فَعَل) |
| آهيان (فاعِلُن) | آهيان (=آهان=فَعَل) |
| مونکي (فَعلُن) | مُنکي (فَعَل)، مُونک (فاع) |

ظاهر آهي ته 'درسي زبان' ۾ لفظن جي 'جزئياتي هجي' کي دخل آهي، ته روزمره دارِجا ۾ لفظن جو 'مجموعي آچار ۽ آواز' اهميت رکي ٿو. سانگي کان اڳ ۽ سانگي جي ڏانئين، اکثر روزمره جي زبان کي ئي فطري ۽ معياري سمجهيو ويو، ۽ استعمال ڪيو ويو. 'جز هجي' واري 'درسي زبان'، بعد ۾ هن پوئين ۽ ويجهي دؤر ۾ سنڌي عروضي شاعري لاءِ ۽ ماڻو بني.

بهرحال، سانگي پنهنجي ماحول مطابق دارِجا کي استعمال ڪيو ۽ ان جي مزاج موافق عروضي بحر ۽ وزن کي توريو تَڪيو. انهيءَ معيار موجب سانگي پنهنجي شعر کي نه فقط 'و جو آئينه دار بنايو، بلڪ پنهنجي 'موزون ڪلام' کي (پنهنجي 'موزون طبع' جي نتيجي ط 'عطا الاهي' ڪري ڄاتو:

تنهنجو موزون ڪلام اي سانگي      آهي بيشڪ عمي داد سبحاني (ص

مگر جيڪو روزمره جي ٻولي ۽ محاورن کان ناواقف هوندو، يا 'جزئياتي هجي' ۽ 'ا ڪيچ وهت' واري 'درسي زبان' کي مدنظر رکندو ته ان کي سانگي توڙي سندس معاصرن جي موز شاعري ۾ عروضي 'خاميون' نظر اينديون. انهيءَ لحاظ کان، نه فقط هن پوئين دور جي ڪن نقا سانگي جي شاعري جي عروضي اوڻاين کي زيربحث آندو(١)، مگر خود سانگي جي معاصرن پڻ ڪن 'پڙهيان' اهڙو ڪو اشارو ڪيو، ۽ سندن انهيءَ مشڪلات کي محسوس ڪندي، سانگي وضاحت ڪرڻي پئي ته درحقيقت سندس شعر ۾ وزن جي خامي ناهي پر پڙهندڙ پاڻ جنهن نمو سان الفاظ پڙهي ۽ اچاري ٿو ان سان ئي ڪيس مونجهارو ٿئي ٿو:

نظم منهنجو ته ڪڏهن ڪين وزن کان ويندو      پر پڙهڻ ۾ ٿيو محتاج غزلخوان آهي (ص

(١) ڏسو تذڪرة الشعراء، مؤلف محمد بخش (واصف)، مطبوع حيدرآباد، ١٨٥٥/٥٦ع، ص ص ٧١-٧٣.

## اخلاقي قدرن جو عڪس

سانگي واري دؤر جي سياسي، سماجي ۽ ادبي ماحول جي لاڙن ۽ ان ماحول ۾ سانگيءَ جي شاعريءَ جي خصوصي رجحانن جي مٿئين مختصر جائزي بعد، سانگي جي پنهنجي شخصيت ۽ اخلاقي قدرن جو سندس شاعريءَ ۾ جيو نمايان عڪس نظر اچي ٿو تنهن جي هيٺ قدري وضاحت ڪجي ٿي.

استغنيٰ ۽ خودداري، انصاف ۽ رواداري، خودشناسي ۽ وضعداري، انساني همدردي ۽ انڪساري، زندگي تي ڪـُوري نظر ۽ بردباري سانگيءَ جي شخصيت جا مرڪزي اوصاف هئا جن سندس زندگيءَ کي زيب ڏنو ۽ سندس ڪلام ۾ انفراديت پيدا ڪئي. سانگيءَ جي شاعريءَ جو هڪ خاص ۽ اهم پهلو انهن وصفن ۽ اخلاقي قدرن جو عڪس ۽ آئينو آهي. سندس غزلن ۽ نظمن ۾ جابجا انهن قدرن جا ساڻ ۽ اهڃاڻ نظر ايندا جن مان ڪي مثال خاطر هيٺ ڏجن ٿا.

### خود داري

آهيان آءٌ باز ڪريان پاڻ تو پاڻهي پرواز — ناهيان شقرو جو آڏائيندو ڪري دستيءَ ۾ (ص ١٤)

ڪـُوي جانان؟ ۾ جي نه هـُـئي تعظيم — تنهن مان هرگز گذر آءٌ ڪين ڪريان (ص ٤٧)

لائدي هجي لوڙهي ۾ رهڻ لاءِ ڪکن جي — ڏيکار جي دشمن کي مگر لوڏ لـڪن جي (ص ٦٦)

### استغنيٰ

ڏ ناسون عابد و زاهد سڀئي زر پرست آهن — اسان مستن جي مجلس ۾ نه لائق آهن پائي جا (ص ٥)

هي دلپسند آهي گرچه ناهي لوڪ پسند — آهي ڪلاه نمد منهنجي مون لئي شاهي تاج (ص ١٧)

الله کي صدا آهي سانگي جـي دمبدم — محتاج ڪج اِ مون کي سخي و بخيل جو (ص ١٥٩)

ٿـا وٺـن روح کـي رلـيـون ۽ رلا — احـتـيـاج آهـي ڪـونـہ ڪـيـسـن جو (ص ١٥٦)

مٿي موڙهل اکهاڙي جي ڏني لذت وٺي جنهن سو — ڪڏهن ٿيندو نه خواهشمند ڪسريٰ جي ڪلنگي جو
اي سانگي سچ چوان سو ناهي موزئون ملڪدارن کي — ملنگن کي مليو آهي مزو جيڪو ملنگي جو (ص ٥٧)

جـي ناهن تـن ۾ آهيون سدا — جـي آهن تـن ۾ ناهيون ادا (ص ١٠١)

## خود نمائي ۽ خود پسندي جي خلاف

وار جنهن ۾ وڏائي جو ناهي — وه غريبي سندا رليون ۽ رلا (ص ٦)

حاصل نہ ٿئي شوڪت سان ۽ ٺوڪت سان بزرگي — جي ماڻهو ناهي تہ تڏهن مير ٿجي (ص ٨)

ڏسو سا ساري زماني کي وبڙهي وئي آهي — خدا بچائي اسان کي ز عيب خود ڪا (ص ٦)

شوخ ٿيان جيڪو شاهہ چشي سون ڪمي — شاد ٿيان جو چوي ڪدا سون ڪ (ص ٤)

ماڻهي سان ملڪ مولي ۾ گذاريو سون مدام — سڀ ميسر ٿيو و ليڪن تنهن ڪان مغروري نہ (ص ١٧)

آزمودو مون ڪيو آهي سانگي — ٿو وري ڪهن خود نمائي سا (ص ٤٣)

## صاف دلي ۽ سچائي

هڪڙي الدر ۾ ٻي ڪري ٻاهر — طبع تنهنجي لہ آهي سانگي سـ (ص ١٠١)

## وعده وفائي

سر ساه وجي نڪري نہ ٿئي وعده خلافي — سهٺا آهي سانگي کي سدا پاس سخن جو (ص ٦٧)

## شڪايت ڪان پاسو

آهي دنيا ۾ جي رهڻ واجب — سور تن جا آهن سهڻ واجب (ص

ٻڙ شڪر ٿا رهن شڪايت ڪان — عهد پنهنجي جا جي آهن احباب (ص ٨

## همت ۽ مردانگي جو قائل

ٿو ڏسان آهن ٿيا تيار نچڻ لئي ناچو — ٻر نہ ڏسجن ٿا ڪٿي کي بہ نچائڻ وارا (ص ٤)

سو مرد آهي جو نہ چوي، ٻر ڪري انصاف — همت نہ آهي جي رڳو وات آهي تہ چيا ٿيو (ص ٥٠)

## وڏي نظر ۽ بردباري

ڪين مٿرو ٿين آهي سردار — بار آهي بزرگواري ۾ (ص ١٤٠)

ڪري ٿو بخت ڪنهن ڪي گرانبار — وگرنه هرڪو انسان هم وزن آ
سڀ دنيا خودي کان آه خالي — ذري ذري ۾ مون کي اهڙو ظن آ
(ص ٦٤)

سڀ آهه سنگ سخت کان انسان سنگدل — جن ريءَ نه دم سريو ٿي سو سانگي سريو سريو
(ص ٥٦)

درگذر آه رابطت اقبال — هي جرس جي صدا سدا آهي
(ص ٨٨)

هيٺ سان همنوا ۽ مساوات جو علمبردار*

هر جا ٿو ڏسان بهتر وڪمتر جو حساب آه — دنيا نه سڀ مون کي تراڙو نظر آيو
خاصن لئي سواري آهي عامن لئي قيامت — گاڏي سڀ وهٽن جو نه واڙو نظر آيو
(ص ٥٣)

سا سخاوت ۾ ليافت ناه — جيڪا همت ٿسي ڏسجي هاري ۾
(ص ١٤٠)

اي غريبو! نه غير ڏي ڏسجي — حال غربت ۾ پس غيور آهيان
(ص ٤٧)

جي ضعيفن سان زور ٿا لائيين — تن جي سائين! ڏليسون سرداري!
(ص ١٦٦)

آزمودو مون ڪيو آهي سانگي — ڪين ڏاڍن ۾ ٿا حقير نهن
(ص ٥٧١)

مٿيان چند مثال نموني طور ڏنا ويا آهن، ورنه سانگي جي سڄي ڪلام ۾ جابجا ذاتي لاڙن ۽ اخلاقي قدرن جا اهڃاڻ نظر ايندا. سندس لکيل نثري داستانن ۾ جيڪي نظم آندل آهن تن ۾ به سانگي جي شخصيت نمايان آهي، جيتوڻيڪ اهي نظم قصن جي سلسلن جون ڪڙيون آهن. هڪ معنيٰ ۾، ڪافي حد تائين سانگيءَ جو ڪلام چڻ خودنوشته سوانح آهي، جنهن ۾ ذاتي جذبن ۽ امنگن کان سواءِ زندگيءَ جي ڪيترن ئي ننڍن وڏن واقعن ڏانهن اشارا ۽ اهڃاڻ سمايل آهن. سانگي جي شاعري رسمي ۽ روايتي ناهي بلڪ ذاتي ۽ تجرباتي آهي، ۽ انهيءَ لحاظ سان اها سندس زندگيءَ جي واردات، جذبات ۽ احساسات جو پيمانو، ۽ سندس ذاتي تجربن، مشغلن ۽ اخلاقي قدرن جو آئينو آهي.

* پنهنجي فارسي ۽ اردو ڪلام ۾ پڻ سانگي زوردار لفظن ۾ چيو آهي ته:

هر ڪجا منعم به مال مفت گيرد افتخار — دور ز آنجا شو که آن جائي نزول لعنت است (ص ١٩١)

غريب ملڪِ عدم کو اگر هوں جاتے تو کيا — هميشه دهر ميں کب مالدار رهتے هيں
نه هے زمين تو هے رتبا مساوي هرکس کا — جهاں ميں مفلس اور شهريار رهتے هيں (ص ٤٧٤)

## شاعري بابت نظريو

ٻين همعصر شاعرن جي ڀيٽ ۾، سانگي پنهنجي علمي وسعت ۽ شاعرانه شعور سان سنڌي شا
جي روايتي ميدان کان اڳتي وک وڌائي نون رندن ۽ راهن تي گامزن ٿيو. سانگي اساتذه ش
جا ديوان پڙهيا، شعر جي وسيع ۽ گهري مطالعي سان پنهنجي شاعرانه شعور جي آبياري ڪ
۽ شاعري جي مقصد ۽ ماهيت کي سمجهيو. پنهنجي تصنيف ڪيل نثري داستان سان "ر
راحت افزا" ۾ سانگي "شاعرن ۽ شعر" بابت هڪ ڪردار جي زباني چوايو آهي ته: شاعري،
جي آه ڪڍڻ، حال اورڻ، دل ونڊائڻ ۽ نالي نروار ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي(١). ظاهر آ
قصي جي ڪردار جي زباني اها راءِ عامي نقطه نگاه جي ترجماني آهي. شاعريءَ بابت ذاتي علمي
جا سانگي پنهنجي بالغ نظري ۽ شاعرانه شعور جي بناء تي ڏني آهي، تنهن جا ٽي مکيه پهلو آ

(الف) قافيو ۽ رديف ملائي لفظن جي جوڙجڪ سان 'نالي جي شاعري' ڪرڻ مشڪل نا
مگر حقيقي معنيٰ ۾ شاعري اها آهي جيڪا دلين تي اثر ڪري:

"مشڪل نه آهي شاعر ٿي شعر جو چوڻ    پر نظم گهرجي سو جو دلين تي اثر ڪري"(٢)

(ب) سانگي عالم شاعر هو ۽ کيس معلوم هو ته شعر ۽ شعر جي زبان بابت علمي ۽ فني
شاعرانه لياقت لاءِ هڪ بيش بها سرمايو آهي; مگر پنهنجي نفسياتي ۽ احساساتي شعور کيس اهو
محسوس ڪرايو ته اعليٰ شاعري جي حقيقت 'الهامي' آهي، ۽ ان لحاظ سان شاعري محض علم
نتيجو ناهي بلڪ 'عطا الاهي' آهي:

---

(١) قصص راحت افزا، ڀاڱو ٻيو "ٻوري ٻچا" (ص ٣٨) ۾ هيٺيون سوال جواب شاعري بابت انهيءَ راءِ کي ا
ڪري ٿو:

"سوال: ١." شاعر ۽ شعر بابت ڪهڙي راءِ زرين آهي؟

"جواب: بادشاه سلامت! طبيعت انسانيءَ کي هڪ حالت تي جاوداني ڪين ٿيندي آهي، جو ته هر
عالم رنگ جي هر ڏينهن کي پنهنجو رنگ ۽ شان آهي تنهنڪري اهڙا امر بيخواستا ۽ واسطا اچيو ٿين
جو هڪڙا نه ٻيا شڪوا اچي دل ۾ گوڙها ٻڌن جو آهسته آهسته اوهي ڀڻ ۾ ڳنڍجي وڏا ڳنڍيا سيني
۾ ڪيني جا ٿيو پون; اوهي سخت خوفناڪ ٿا ٿين سي جي ڪاٽن ته تنهن سان طرحين طرحين جون
آفتون ۽ ازدهاڙون نڪري پنهنجي صاحب کي ته پورو ڪري ڇڏين پر اوسي ڀاسي کي به رنگارنگي
ڪيو ڇڏين. تنهن لاءِ ٻه علاج آهن، هڪ اهڙو دوست دلي هجي جنهن سان سور اورجي ته اهو بار
لهي، سو ته سنگتي ڪنهن خوش نصيب کي ملندو ته ملندو ۽ ٻيو طريقو اهو شاعري جو آهي جنهن
وسيلي دل جا بخار نڪرن ٿا. هڪ ته شاعر هميشه پنهنجي سخن سنجيءَ جي شغل ۾ مشغول رهندو جنهنڪري
ٻين شڪايتن ڏي هن جو خيال نه وڌندو، پر جي ڪنهن نوع سان غبار خاطر ٿي ٿي ويندو ته به
بضمون رنگين سان ملفوف ڪري سواءِ ڪنهن جي مينت يا محتاجي جي شڪايتي غبار دل تان ڏري
ڇڏيندو. ۽ شائقن کي شعر و سخن وڏو وندر جو سبب رهي ٿو، جي نڪتا باريڪ پيا ادراڪ ۾ آڻين
جنهنڪري مڪروهاتن ڏي سندن ٿورو توجهه رهندو ۽ شعر و سخن کان مصنفن جو نالو پائدار رهي ٿو"

(٢) ديوان پهريون، ص ٨٣.

"علم ٿي ڏکو تنهن جو ناهي مدار     مگر حق تعاليٰ جي آهي عطا" (١)

—

"شاعري نساه منحصر بــ علوم     مگر آهــي هــي لطف يزداني" (٢)

(ج) ان 'عطا الاهي' جو مظهر طبع روان جي 'آمد' آهي. پنهنجي ذاتي تجربي جي بناء تي سانگي کي 'آورد' ۽ 'آمد' وارو صحيح فرق بخوبي معلوم ٿيو. ۽ هن پنهنجي شعر کي توري تکي پاڻ محسوس ڪيو ته فڪر، عقلمندي ۽ عروضي گهڙ-پيچ واري 'آورد' جي ڀيٽ ۾ شاعريءَ جو جوهر بيخودي ۽ مستي واري ڪيفيت ۽ طبع روان جي آمد ۾ آهي:

"خوش نوا بلبل آهيان چمن ۾ هستيءَ ۾     جو ترنم ٿو ڪريان سو ٿو ڪريان مستيءَ ۾"

مٿين تجزيي جي بناء تي، نتيجي طور چئي سگهجي ٿو ته سانگي جي شاعري محض هڪ رسمي ۽ روايتي ذهني مشق ناهي، مگر سندس دور جي سياسي، سماجي ۽ ادبي ماحول جو آئينو ۽ سندس پنهنجن اخلاقي قدرن جو پيمانو آهي. سانگي پنهنجي عملي مشاهدي، علمي مطالعي ۽ شاعرانه شعور سان، شاعري جي روايت توڙي شاعري جي اصليت ۽ حقيقت تي همعصر شاعرن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ سوچيو ۽ ان کي وڌيڪ سمجهيو. انهيءَ لحاظ سان، سانگي سنڌي شاعري جي ان وقت واري تنين دور جي شاعرن ۾ هڪ اعليٰ مقام ۽ ممتاز حيثيت جو مالڪ آهي.

## (ھ) سانگي جي غزل ۾ مهارت

سالڪ 'عالم شاعر' هو ۽ سانگي 'عاشق شاعر' هو: سندس علمي وسعت سندس شاعرانه شعور ۾ اضافو ڪيو، جنهنڪري هن 'شاعري' جي مقصد ۽ ماهيت کي سمجهيو، ۽ خصوصاً تنين 'سنڌي شاعري جي رائج رجحانن توڙي نون تقاضائن کي محسوس ڪيو ۽ پنهنجي شاعري کي انهن نون تقاضائن جو حامل بنائي ان ۾ جدت ۽ انفراديت پيدا ڪئي: سندس عشق، سندس جذبي ۽ احساس ۾ رقت، تخيل ۾ لطافت، ۽ طبع ۾ رنگيني ۽ رواني پيدا ڪري ڪيس غزل-گوئي جي ڏات ڏني. صداقت-شعار سانگي جي اخلاص، جذبي ۽ احساس، سندس طبع روان جو درياء اٿلائي محبت جي ميدانن جي آبياري ڪئي، جنهن ۾ غزل جي گوناگون غنچن گلزاري ڪري هڪ نئون رنگ ۽ نظارو پيدا ڪري ڇڏيو.

اسان مٿي بيان ڪري آيا آهيون ته سانگي جي انفراديت انهيءَ ۾ هئي جو هن پنهنجي علمي وسعت ۽ فني چاڻ سان سنڌي شاعري لاءِ 'پنهنجو' ماحول پيدا ڪيو ۽ 'پنهنجي' زبان ڪم آندي. جيئن ته سندس انهيءَ جدت ٿي فارسي رنگ واري 'روايتي غزل' کي خالص سهڻي 'سنڌي غزل' ۾ تبديل ڪيو، هيٺ اسان انهيءَ جدت جي ٻنهي پهلوئن يعني 'سنڌي ماحول' ۽ 'سنڌي ٻوليءَ ۾ پيرايه بيان' تي قدري وڌيڪ روشني وجهون ٿا.

---

(١) ديوان ٻهريون، ص ١٢. (٢) ديوان ٻهريون، صفحي ٩٦ تي ڏنل ٻهرئين غزل جي ٽالي واري مصرع ڪان ٻهريائون هيءَ مصرع آهي جا ڇاپي ۾ ڀل وڃاڻ رهجي وئي آهي.

’سنڌي ماحول‘ پيدا ڪرڻ ۾ سانگي جي ڪاميابي جو راز انهيءَ ۾ هو جو پين
جي پيٽ ۾ هو سنڌ جي جغرافيائي، سماجي توڙي سياسي ماحول کان وڌيڪ واقف ۽ متا
سندس ذاتي تجربن جي دنيا وسيع هئي: شڪارن ڪندي جبلن ۽ ڪڇن، آبادين ۽ برپٽن جـ
۽ سانگهڙ ۽ مارن جي ماڳن ۽ مشغلن کيس متاثر ڪيو؛ منهن جي وسڪارن ۽ سانوڻ جي
کي ٻاهر جهنگ جي فطري رنگ ۾ ڏٺائين؛ ۽ سندس پنهنجي محبت جي داستان کيس
مشهور افسانن ۽ عشقيه داستانن سان افسياتي طور وڌيڪ آشنا ڪيو. انهن ذاتي احساسن ۽ عملي
جي وسعت، پين شاعرن جي پيٽ ۾ سانگي کي سندس غزلن ۾ ’سنڌي ماحول‘ کي چٽڪ
وڌيڪ ڪامياب ڪيو؛ ايتريقدر جو باوجود ’حافظ‘ سان ’همنشين‘ ۽ سائس ’همزبان‘ ٿيڻ
ابتدائي جذبي جي، سانگي بالآخر شيراز ۽ اتان جي باغن ۽ بلبلن جي بجاءِ حيدرآباد ۽ سنڌو
جي ڪناري کي پنهنجي شاعرانه محاڪات جو مرڪز بنايو، ۽ ’مهراڻ جي ڪنٽي‘ ۽ ’گهاري
حافظ جي ’مصليٰ‘ ۽ ’رڪناباد‘ جو مدمقابل ڪيو:

”رڪن آباد کان به راحت بخش    سير گهاري جي هو ڪنارن جو“
(ص ١٥٥)

اهو سالگي جوئي بلند حوصلو، وطنيت جو جذبو ۽ شاعرانه عظمت هئي جو سنڌ جي ماڳن ۽
کي اعليٰ مقام تي پهچاري، سنڌي ماحول کي سينگارڻائين ۽ سربلند ڪيائين:

”جو مهراڻ جي ڪنٽي ۾ ڪنارو آهي گهاري جو
سو سارو سير حاصل غيرتِ ڪشمير ٿيو آهي“ (ص ١٦٥)

فني لحاظ سان ڇنجي ته هي سانگي جي ’حقيقت نگاري‘ هئي جنهن ’سنڌي غزل
ڀرپور پيرو پنهنجو سنڌي ماحول پيدا ڪيو. سالگي جي شاعري رسمي ۽ روايتي نه، بلڪ
پنهنجي ذاتي جذبن ۽ احساسن، ميلانن ۽ مشغلن جو ثمر هئي. انهيءَ ڪري سانگي پين شاعرن
محض شاعرانه تشبيهن ۽ استعارن يا فرضي محبوب جي ماڻن ۽ وصالن جا خيالي پلاءُ ڪين
بلڪ جيڪي ڏٺائين وائٺائين يا سوچيائين ۽ سڻائين تنهن کي صداقت سان پنهنجي شعر ۾
ڪيائين. اهڙيءَ طرح عشق ۽ محبت جي مرڪزي مضمون سان گڏ، سانوڻ ۽ ڪڇي جا قدرتي
شڪار جا شغل، مئجسٽريٽ جي ڪورٽ ۽ وڪيلن جي پچا پڻ سانگي جي غزل جا فطري جز
سانگي غزل کي نه فقط واقعات جو حامل بنايو، بلڪ زندگي جي جيئرن جاڳندن ۽ عملي مشاهد
منظر نگاري ۽ ڪن خاص ڏاڻن ۽ اهڃاڻن جي ذڪر ۽ بيان سان سندس ڪي غزل چڻ ’تواريخي
بنجي ويا (٢). سانگي جي ’حقيقت نگاري‘ جي باري ۾، موجوده دؤر جي پختہ مشق شاعر ۽ عر

---

(١) ڏسو ديوان پهريون (ص ص ٧٣-٧٤، ٨٢-٨٣، ٨٩، ١٠٢-١٠٥ ۽ انهيءَ قسم جا ٻيا متعدد غزل.
(٢) ڏسو ديوان ۾ ’ري‘ جي قافيي تي چيل ڪي مسلسل غزل. هڪ غزل جي مقطعي ۾ خود سانگي چوي
”هن تواريخي غزل کان دائما    هي سفر سانگي جو رهندو يادگار“ (ص ١١٨)

شاعري جي ماهر جناب ڊاڪٽر شيخ محمدابراهيم 'خليل' صاحب جي راءِ قابل قدر آهي ته: "سانگي سنڌي ٻوليءَ جو اهو ڀريون شاعر آهي جنهن موزون شاعري ۾ قدرتي نظارن تي دلچسپ نمونو ۾ لکيو آهي ۽ تخيلات جي دائري کان نڪري حقيقت نگاري جي ميدان ۾ قدم رکيو آهي." (١)

'سنڌي غزل' ۾ سانگي جي ڪاميابيءَ جو ٻيو راز انهيءَ ۾ هو جو هن مقامي ماحول جي مختلف پهلوئن جي تقاضا موجب نج سنڌي لفظن ۽ اصطلاحن کي استعمال ڪري نه فقط 'غزل گوئي' ۾ 'طرز سنڌي' جو بنياد وڌو، بلڪ روزمره واري دارجا سنڌيءَ جي پيارن محاورن ۽ سهڻي اسلوب بيان سان 'طرز سنڌي' کي ويتر وڌيڪ چمڪايو. مثال طور، سندس 'ڀريئين ديوان' ۾ ئي هيٺين مطلعن وارا غزل سندس انهيءَ ڪاميابيءَ تي شاهد آهن:

ڪيا ڪارناما اسان ڪهڙا ڪهڙا — ڪيا تنهن جا پيارو بيان، ڪهڙا ڪهڙا
(ص ٤)

سدا مون کي سڏي منثار و ٻهن ٿا و ٻهارن ٿا — ڳچيءَ پائي گلن جا هار و ٻهن ٿا و ٻهارن ٿا
(ص ٦)

جي سهڻو سان سڏائي ويا — البيلو اکيون انڪاني ويا
(ص ٧)

محبت جي شجر جا من سوهن تازا ثمر نڪتا — اچي درد و غم و اندوه و ارمان جا اثر نڪتا
(ص ١٠)

ويا شوخن جي ساهون شان لکري شاندارن جا — ڏئي راهِ محبت ۾ مٿا ڪوڙيل متارن جا
(ص ١١)

اهني محبوب نوخيزا سچو عالم نچائيندا — پرت سان ليهن جا نورا جڏهن پيرن ۾ پائيندا
(ص ١١)

جو اکين سان نه ڏنو ڪنهن، سو ڏسون ٿا يارو — جو ڪنن سان نه ٻڌو ڪنهن، سو ٻڌون ٿا يارو
(ص ٥٢)

درد دل جي کي لکايون ۽ لکون ها يارو — ڪوه جانان ۾ وڃي ڪين ٽڪون ها يارو
(ص ٥٣)

ڀڙين اکيون اکين سان اچن ٿيون اڙيو لڙيو — تن جي پنيان پرت سان پوي دل اڙيو اڙيو
آهي ادا ڙي، حسن جي سرڪار ۾ انڌير — سهڻن کي سچ چوان ٿو آءٌ سانگي سڙيو سڙيو
(ص ٥٤)

---

(١) "ٽيرهن ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس" (جيڪب آباد، ١-ڊسمبر ١٩٥٢ع) ۾ ڊاڪٽر شيخ محمدابراهيم خليل جو پڙهيل مضمون "هزهائينس مير عبدالحسين خان سانگي" (١٣-ڪل سنڌي ادبي ڪانفرنس جيڪب آباد جو يادگار" مطبوع سال ١٩٥٤ع، ص ١٧٤).

جنهن مون کي ٿي ڏنو، ٿي چئو تنهن چرِيو چرِيو — پنهنجي پرين ڏي مون جو ڏنو ٿي وريو ور
(ص ٥٥)

مون کي لاچار ڪيو، ڪنهن ڪيو، دلدار ڪيو — ايڏو آزار ڪيو، ڪنهن ڪيو، دلدار ڪ
(ص ٩٠)

روح راضي ڪجي، ڪجي، ڪجي نه ڪجي — عشقبازي ڪجي، ڪجي نه ڪجي
(ص ٩٥)

دل گهريا يار چئو ٿي دل سو هيئي — محب منشار چئو ٿي دل موهيو
(ص ١٠١)

خالص سنڌي اصطلاح ۽ اسلوب جي استعمال ٿي سانگي کي ايتري ته دسترس پيدا ٿي شعر جي خوبي ۽ غزل جي رنگيني کي برقرار رکندي به پنهنجي دلپذير پيرايي سان گڏ بولي سلاست ۽ رواني کي 'سهل ممتنع' جي درجي تي پهچايائين، ايتريقدر جو سندس ڪيترن ٿي ۾ 'نظم' ۽ 'نثر' جي حد ٿي غائب ٿي وڃي ٿي. مثلا:

او هان ۾ هينئر ڪين پيچي پڇون ٿا — ڪڏهن راند جا هئاسون هاري عزيز
(ص ٥٥)

وٺيس رحم ڪري، يا وٺيس ظلم ڪري — صلاح يار جي جيڪا، اسان جي سا ٿي صلاح
(ص ١١٤)

اي سانگي! هٿي تکي سهٺي ترڻ جي — نه پيلي پر جهليو، پوءِ چا ڪري پڙ
(ص ١٢٣)

ٿي ماهي سان منهنجي پرائي ءِ ريت — لنگهي ڪيتريون ويون قرب کي ڪتيون
(ص ١٤٥)

ايهين نه ٿئي جو ٿئي عطشِ عشق ۾ گذر — چاهِ ذقن مان مونکي کي پائي پيارجو
(ص ١٥١)

ڏس وري يار بيوفا ٿي پيو — مون ٿي چا جاتو، چا مان چا ٿي پيو
(ص ١٥٦)

دل سکايل سجڻ کي ساري ٿي — اک اکين ڏار کي نهاري ٿي
پرت هي قول پنهنجا پاري ٿي — مون کي ماري ٿي ۽ جياري ٿي
(ص ١٦٢)

اچڻ جي ۽ ملڻ جي ۽ ڏسڻ جي تنهنجي طالب کي — تڪڙ هئي جيتري ڏس تيترو تاخير ٿيو آهي
(ص ١٦٥)

الهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته لڳ سنڌي اصطلاحن ۽ محاورن جي استعمال سان سانگي روايتي کي صحيح معنيٰ ۾ 'سنڌي غزل' بنايو، ۽ اسلوب بيان جي سهڻائي سان ان کي وڌيڪ و

سينگاريو. ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم 'خليل' صاحب پڻ پنهنجي مطالعي جي بناء تي انهيءَ نتيجي تي پهتو آهي ته "غزل ۾ پيرايہ بيان سهڻو ڏيڪارڻ سانگي مرحوم جو ذاتي جوهر آهي"(۱).

عشق محرڪ جذبو. 'سنڌي ماحول' ۽ 'سنڌي اصطلاح' سان 'سنڌي غزل' کي سينگارڻ سانگيءَ جو تخليقي مگر علمي ۽ فني ڪارنامو هو، جنهن جو تعلق 'غزل' جي ٻاهرئين رنگ روپ يا جسماني جوڙ جڪ سان هو. هيءَ سانگيءَ جي عشق جو معجزو هو، جنهن سندس گفتار ۾ صداقت، جذبات ۾ جولاني ۽ طبع موزون ۾ رواني آندي؛ پيار ۽ محبت جا عيني مشاهدا ۽ روح پرور احساس ۽ جذبا سندس نڪات آفريني لاءِ سرچشمو بڻيا، جن 'غزل' جي مجسمي ۾ جان وجهي ان کي جياريو، قوت بخشي ٿيايو ڪُڏايو، بلڪ ٻَرَ ڏيئي ان کي آڏاريو:

> حامد ڏسي، گدا ڏسي، ۽ حيدري ڏسي،  ٻَرّان ٿي سنهنجي طبع جي بحري ڪٽي ڪٽي
> (ص ۷۸)

غزل جي ٻاهرئين جوڙ جڪ ۾ سانگيءَ هڪ نئين سٽا ڪان ڪم ورتو: يعني ته مختلف نوع جي تشبيبن کي غزل جو مهاڳ بنائي(۲)، هيئت جي لحاظ سان غزل ۾ قصيدي وارو رنگ پيدا ڪيو. پڻ ٻاهرئين رنگ روپ جي لحاظ سان، سانگي پنهنجي غزل ۾ بديع ۽ معاني جا موتي پوتا، ۽ نہ فقط حرفي، لفظي ۽ معنوي نزاڪتون نکيڙيائين پر طرح طرح جا التزام ۽ لُزُومِ مالايلزم جا اهتمام ڪيائين(۳). باوجود انهيءَ جي، سانگيءَ جي غزل جو حقيقي جلوه انهن التزامن ۽ رعايتن جي بجاءِ غزل جي غنائي رنگ ۾ آهي، جنهن جي پويان عشق ۽ محبت جو جذبو ڪارفرما آهي.

جيئن تہ عشق ۽ محبت جو تاثر ئي سانگيءَ جي شاعريءَ لاءِ مکيہ مُحرڪ جذبو آهي، انهيءَ ڪري سانگيءَ جي عشق ۽ عاشقانہ ڪردار جي نوعيت کي سمجهڻ ضروري آهي. سانگي سڌڙيو عاشق نہ هو بلڪ هڪ سچو عاشق هو. عشق اُيو تہ اميري ڏي نہ ڏٺائين، ۽ 'مير' هوندي بہ 'ملاحن' جي محبت مڇيائين؛ لوڪ ڪان لڪي محبوب سان محض مخفي ملاقاتون ڪين ڪيائين، پر برهہ جو بار برسرِ بازار کنيائين ۽ حاجران کي پنهنجي حويليءَ ۾ آندائين. الفت ۽ محبت، وفا ۽ صداقت جا سبق جڻ سنوان سدا مجنون ڪان ورتائين(۴)، ۽ وڏن شاهي سرڪس سان مرڪي عشق جا موڙ پڊائين:

> اسان عشق کي آهي مشهور ڪيو  اسان ڪان لڌو عشقبازي رواج (ص ۱۷)

نفسياتي ۽ عملي طور، 'عاشق مزاجي' ۽ 'عشقبازي' سانگيءَ جي عشق جا ٻہ نمايان پهلو هئا؛ پر نہ سندس 'عاشق مزاجي' هلڪي هئي تہ نکي سندس عشقبازي رواجي هئي:

---

(۱) ايضاً، مضمون "هزهائينس مير عبدالحسين خان سانگي"، ص ۱۷۹.

(۲) سانگي پنهنجي 'حقيقت نگاري' واري رجحان هيٺ ڪن غزلن ۾ 'تشبيب' بعد شڪار ۽ ٻين واقعات جو بيان آندو آهي (ص ص ۸۲-۸۳ ۽ ۱۰۳-۱۰۴) تہ بعضي سنڌ جي مشهور داستانن جي سانجهين جي ذڪر (ص ۷۷ 'شڪار' (ص ۱۲) ۽ 'مئجسٽريٽي' (ص ۱۲) جي مناظر کي غزلن جو مهاڳ بڻايو آهي.

(۳) مثلاً، ديوان پهرئين جو غزل "تون شهہ خيبر شڪن - الخ" (ص ۹)، غزل 'واسع الشفتين' (ص ۲۱)، بنا 'الف' جي التزام سان غزل (ص ۷۰) وغيره.

(۴) "الفت جو، محبت جو، صداقت جو، وفا جو  مون وادي ۾ مجنون ڪان اهو درس هو ورتو" (ص ۵۱)

آءٌ ورهين جو آهيان واپاري    پرهه منهنجو لــ آهــي بازاري (ص

سنڌس غزلن مان ظاهر آهي ته سانگي پاڻ نيڻهن ۾ نامدار، آزمودگار ۽ وضعدار آهي، ۽

يار ٻڻ شاندار، طرحدار ۽ وضعدار آهي:

نيڻهن ۾ آءٌ بــ نــامــدار آهــيــان    شــوخ منهنجو بــ شــانــدار آهــي (ص

—

جيڪو سرخيل آهــي سهڻن جــو    تنهن وضعدار منهنجو مـن موهيو (ص

—

وضعداري سان ٿــو ڪريان آئون    تنهن وضعدار ساڻ دل جي ڳالهه (ص

راهِ محبت ۾ ادب ۽ احترام، متانت ۽ سنجيدگي سانگيءَ جو شيوو آهي جنهن سنڌس غ

پاڪيزگي پيدا ڪئي آهي. پنهنجي رقت‌آميز جذبن جي باوجود، سانگي حوصلو هٿان ڇڏي ب

ٿئي: هو سخت مشڪل ۾ ٻڻ عالي همت ۽ حوصلي وارو آهي، ۽ مشڪلات جو ذڪر ٻڻ شڪ

جي بجاءِ حڪايت طور ڪري ٿو. سنڌس دل چين تي لــ پر پنهنجي جاءِ تي ترقي ٿي؛ ٻا

مستي ۽ جنون جي هو هوشور آهي، ۽ فهم ۽ فراست سائس شامل حال آهن. محبت جي هر

۽ معاملي بابت سانگي پنهنجي راءِ رکي ٿو، ۽ انهيءَ ڪري ئي سنڌس غزل ۾ محبت جي

جي اهم ۽ نازڪ معاملن جا فيصلا موجود آهن.

صداقت شعاري. سانگي جو عشق عملي آهي نه خيالي، سنڌس محبوب حقي آهي ۽ نه فرض

محبت ۾ سنڌس مشاهدو عيني آهي ۽ نه ذهني، انهيءَ ڪري سنڌس غزل رسمي محبت جو د

ناهي، بلڪ سانگي جي پنهنجي ذاتي مشاهدي ۽ تاثر جو بيان آهي؛ محض ذهني تخيل وارو

ناهي، بلڪ حقيقي جذبن ۽ احساسن جو سمان آهي:

مست آهوان منهنجي گردن ۾ وجهو    دل گهرئي دلــدار جا زلفِ دوتا

ڏس ته ڪيئن اٽڪن ۽ لٽڪن لاڏ مان    يــار جــي رخسار تي ڪاڪل ڪنيا (ص

هي هوبهو ساڳيو اهو منظر آهي جو سانگي پاڻ ڏسي پين کي ڏيکاري ٿــو. سانگي

صداقت-شعاري غزل ۾ سنڌس نڪات آفريني لاءِ سرچشمو بڻي آهي، جو ته اکين-ڏٺا

۽ پاڻ-سٺا تاثر، خيالي تمثيلن ۽ تشبيهن کان وڌيڪ اثرآميز ۽ دل آويز ٿين ٿا. مثلا غز

شاعرن اڪثر فراق جي درازين کي دراز ڪرڻ ۽ وصال جي ڏينهن ۽ راتين کي ٿلڪن ۽ ا

کان وڌيڪ ڪوتاهه ڪرڻ طرف زور لڳايو ڇاڪاڻ جو ڪين خيالي تصورات جي لزاڪتن ڏ

پنهنجي شعر کي چمڪائڻو هو. مگر سانگي وٽ 'شب وصال' محض هڪ شاعرانه تخيل نه

بلڪ محبت ڀري زندگيءَ جو هڪ حقيقي تجربو هو: هن شب وصال پاڻ ڏٺي، انهيءَ ڪري

پنهنجي ان کي لقطهءِ موهوم سان تعبير نه ڪيائين، بلڪ پياري محبوب سان ملاقات لاءِ پوري

رات جي دراز عرصي کي غنيمت ڄاڻي لطف ۽ سرور جو مزو ماڻيائين. بقوله

هئي اڄ رات، سڄي رات، ملاقات جي رات        شام کان تا درِ پرڀات ملاقات جي رات
(ص ١١٠)

تغزّل ۾ حسن جو تاثر ۽ انھيءَ ڪري حسن جي توصيف ۽ تعريف فطري آھي. جوان حسن جي رعنائي ڪسي کھڻو ڪري سڀني شاعرن پنھنجي جوانيءَ کان وٺي پيريءَ تائين دلڪولي ڳايو آھي جاڪاڻ تہ سندن فرضي يا نظرياتي محبوب سدا جوان آھي جنھن جي جوانيءَ جي موت جو سوال ئي اٿو آئي. مگر سانگي پنھنجي سچي اچي محبوب جي جوانيءَ جي پيريءَ ڏانھن موٽ ڪسي ڏٺو، ۽ حسن جي ان بدلجندڙ سمان کي پڻ انھايت صداقت سان ۽ سھڻي پيرائي ۾ بيان ڪيائين (١).

اڪثر شاعرن جي ڪائنات ۾ محبوب کان سواءِ ٻيو ڪو موجود آھي تہ فقط رقيب؛ پر سانگي جي اڏو سندس محبوب سان گڏو گڏ ٻيو سڄو جيئرو جاڳندو جهان ۽ مشاهدن ۽ محسوسات جو عالم آھي، جنھن جي جهلڪن ۽ لمحن سان صداقت شعار سانگي غزل جي ميدان کي وڌيڪ وسيع ۽ سھڻو ڪري سينگاريو آھي؛ جيتوڻيڪ سندس غزل ۾ تغزّل وارو مرڪز ۽ محور قائم آھي؛ مگر ان سان گڏو گڏ مختلف نوع جا نڪات ۽ معنائون ۽ ماحول جا تاثا ۽ اھڃاڻ پڻ موجود آھن. سانگي جو غزل محض تخيّل جو پرتوو ناھي بلڪ عملي مشاهدن ۽ احساسن جو مظھر آھي. زندگيءَ جي جيئرن جاڳندن تجربن ۽ سچي پچي محبوب جي دلآويزين سندس غزل کي ذھني مشق جي بدران حقيقت سان ھمڪنار ڪيو آھي.

<u>غنائي رنگ</u>. اسان مٿي اشارو ڪيو آھي تہ محبت جي سچي ۽ حقيقي جذبي جي ڪارفرمائي سببان سانگيءَ جي غزل ۾ غنائي رنگ پريل آھي. ھو فرضي حڪايت بدران سچي ڳالھ ڪري ٿو، تغزّل کي پنھنجي ئي حال قال جو آواز ۽ آلاپ سمجھي ٿو، ۽ بلبل جي رسمي خوش نوائي تي پنھنجي داستان گوئي کي ترجيح ڏئي ٿو:

وري بلبل کي مون سان ڇا تشبيھ        ھو تہ مون جھڙي خوش-نوا آھي
زمزمو ھن جو آھ يڪرمزو        ھن کي بس تنھن تي اڪتفا آھي
منھنجا سي داستان دردانگيز        جن جو شھرو ٿيو جابجا آھي
(ص ص ٨٧-٨٨)

جيڪڏھن ھو سنڌ جي مشھور داستانن کي پنھنجي غزل جو موضوع بنائي ٿو تہ بہ درپردي اڪثر پنھنجي ئي ڳالھ ڪري ٿو:

آھن جن سان جيئري سڱي جيءَ جڙيون        پنھوارن جي پاڙي آءُ کھاريان کھڙيون
(ص ١٤٣)

غزل ۾ سانگي نت نئين انداز ۾ نغمہ خوان آھي، مگر جڏھن بہ ڳائي ٿو تہ پنھنجي محبوب لاءِ ڳائي ٿو ۽ ليلائي ٿو:

---

(١) ديوان ۾ جو غزل: "سفيدي عوض آھ سرخي نما — الخ." (ص ١٠٥)

کافيون چوان ڪڏهن، ڪڏهن آءٌ تو غزل چوان    تو لاءِ من موهن! آءٌ رهان ٿو رڙيو رڙ
(ص ٤٥)

بعضي هو پنهنجي محبوب کي نهايت ئي پيار سان مخاطب ڪري سندس سامهون پنهنجي احساسات جي رقت جو سمان پيش ڪري ٿو ته:

طالب سو آهيان تنهنجي محبت جي مرض ۾    اي من موهن مٺا، آءٌ جيان ٿو مريو مري
(ص ٥٥)

طالب عشق جي ابتدا ۽ وصل انتها آهي: سانگي انهيءَ حقيقت کي پڻ پنهنجي لطيف جذبي لباس ۾ بيان ڪري ٿو ته:

وعده وصل ۾ ٿيو عشق اسان جي جو وصال    لحدِ دل ۾ محبّت کي لٽيون ٿا هاڻي
(ص ٦٥)

اهڙن پرخلوص ذاتي جذبن ۽ احساسن جي غنائي رنگ ۾ پرده ڪشائي کان سواءِ، سانگيءَ شخصيت جا بيا پهلو پڻ سندس غزل ۾ نمايان آهن: ايترو جو گهڻي قدر سانگيءَ کي سندس ۾ چٽيءَ طرح ڏسي سگهجي ٿو، حالانڪ هو اسان وٽ موجود نه آهي.

طبع روان ۽ رسا. غزل ۾ سانگي طبع رسا جي ذاتي جوهر ۽ حسن بيان جي صفاتي جوهر جو قائل آهي(١). شاعرانه انداز ۾، جدا جدا تشبيهن ۽ تمثيلن سان، سانگي پنهنجي 'طبع روان' زور کي ورجائيندي چوي ٿو ته: سندس طبع هڪ شهزور سمند آهي جو سيرازي ۾ لغام ۽ لڙ توڙي ٿو: لشڪرِ جرّار آهي جو حرص مان حملي آور ٿئي ٿو: قلزم جنون آهي جو جوش ۾ لهريون هڻي ٿو: ابرِ بهار آهي جو وڏ ڦڙو وسي ٿو: ۽ طائر طيار آهي جو اوج الفت تي آشامي. سانگيءَ کي بيشڪ طبع موزون ملي هئي مگر عشق ئي ان جي صيقل ڪري ڪئي ۽ عشق ئي ان اجاريو ۽ آٿاريو:

تَوسَنِ طبع نه هو تُند اجايو اهڙو    عشق مهميز سان ڪؤتل هي ڪڏايو منهنجو
(ص ٦٠)

محبت جو جذبو سچڻ جي تانگهه طلب ئي سانگيءَ جي طبع رسا لاءِ مَنْبَعْ و مَشْرَب بنيا:

تهدل طلبِ يار ۾ ٿي طبع رسا ٿئي    خوبن جي خيالات مان ٿئي عام خيالات (ص ٤

سانگيءَ جي مضمون تراش طبع، محبوب جي نازن ۽ اندازن کي حسن جي فوج جو اعليٰ ع تسليم ڪري هر غمزي ۽ ادا کي بالاآفيسر بنايو آهي:

ڪرنيل غمزو آهي، ڪرشمو ڪماندار    آهن سپاهِ حسن جا افسر نوان نوان
آهن اسان جي پلٽڻ مضمون تراش وٽ    تير و ڪمان، نيزه و خنجر نوان نوان
مضمون نوان، خيال نوان ۽ نوان اثر    سرباز ڪن سخن جا ٿا چڪر نوان نوان

---

(١) "اي طبع رسا جوهرِ ذاتي ڪر اظهار    اي حسنِ بيان جلوه صفاتي ڪر اظهار" (ص ١٩)

جدت ۽ نڪتات آفريني. غزل ۾ مضامين جي ندرت ۽ نڪتات آفريني لاءِ سانگيءَ جي طبع رسا هڪ مؤثر ذريعو بني، جنهن پنهنجي دراز ڪمند سان حسن معاني جا ستارا ۽ ماه پارا آڻي غزل ۾ چمڪايا. مگر نڪات آفريني لاءِ حقيقي محرڪ جذبو سانگيءَ جي عشق جي صداقت ۽ خالص محبت جي ڪارفرمائي آهي. پيار ۽ محبت جي حقيقي احساس ۽ حسن جي جلوي جي عيني مشاهدن سببان سانگيءَ جي غزل ۾ نڪات آفريني ۽ جدت، مضامين ۾ رنگيني ۽ ندرت پيدا ٿي.

جدت اعليٰ شاعري جي امتيازي خصوصيت آهي، جا سانگيءَ جي غزلن ۾ نمايان طور نظر اچي ٿي؛ مگر ان جو سرچشمو عشق ۽ حسن جي ڪارفرمائي آهي. بقول سانگي مضامين ۾ تنوع، عشق ۾ عاشق جي بدلجندڙ حالتن ۽ محبوب جي حسن جي رعنائي جو ئي نتيجو آهي:

غزل ۾ مختلف مضمون آيا — اِهَ رهندي عاشقن جي هڪڙي حالت (ص ١٥)

هن نظم ۾ ٿي زلف گره گير جي توصيف — مضمون مسلسل ٿا اچن طبع ڪان هردم (ص ١٣٢)

ساڳيءَ طرح سانگيءَ جي غزل ۾ نزاڪت ۽ رنگيني، لطافت ۽ چاشني به محبوب جي حسن جي غمزن ۽ نازن ۽ محبت جي مختلف اندازن جو نتيجو آهي:

ٿئي تنهن سبب ڪان نظم نزاڪت مآب ٿو — نازڪ مزاج آهي وڏو يار وضعدار (ص ١٢٠)

سچ تنهن سبب ڪان منهنجو ٿو شيرين ڪلام ٿئي — ٿي چاه مان چکيون مون چپن جون جي چاشيون (ص ١٥٩)

تغزل جي توانائي. تغزل جي توانائي سانگيءَ جي غزل ۾ رنگيني ۽ رعنائي آندي ۽ هن بجا طور پنهنجي 'غزلن' کي 'غزال' (هرڻ) سمجهيو. سندس غزل ڄڻ غزال آهن جي محبت جي سيمن ۽ سبزه زارن ۾ ان تلن ٿا ۽ شوخيءَ وچان ٽپن ڪُڏن ٿا، بيهن ٿا ته هڪ نرالي انداز سان بيهن ٿا، ۽ چرڪن ٿا ته چال ڏين ٿا، مگر هر انداز ۾ نئين صورت ۽ انوکو نظارو پيدا ڪن ٿا:

غزلن جا غزال ان ۾ ٽهن ٿا ۽ ٽپن ٿا — دامن تائين سرسبز هئي ميدان سخن جو (ص ١٥٣)

آئيان ٿو فرد فرد ۾ مضمون مختلف — ياد آهي وضع منهنجي غزل کي غزال جو (ص ٥٩)

سانگيءَ جي غزل ۾ رنگ تغزل جي سولهن سراسر محبت جي تاثر جو ثمر آهي؛ ان مرڪزي محرڪ جذبي ۽ محور کان سواءِ به ٻيا پهلو جن سانگيءَ جي غزل کي قدري امتيازي رنگ ڏنو آهي، سي آهن سندس خوش ڪلامي ۽ ظريفانه انداز، ۽ زندگيءَ تي گهري نظر.

خوش ڪلامي. سانگي جي طبع جي شگفتگي ۽ سندس خوش ڪلامي غزل ۾ طراوت ۽ تازگي پيدا ڪئي آهي. ظريفانه انداز ۾ چيل هيٺين قسم جا اشعار سانگيءَ جي غزلن ۾ جابجا نظر اچن ٿا:

مڪتو جي مڃي ها تہ سو اسين بہ ڏسون ها  دلبر جي اچي ها تہ سو اسين بہ ڏسون ها
(ص
—
ويا شوخن جي سامهون شان لڪري شاالدارن جا  ڏٺم راهِ محبت ۾ متا ڪوڙيل متارن جا
(ص ١١)
—
نولاهه تواني ٿيو وتان تنهنجي طلب ۾  اي ماهِ لقا يارا ڪڏهن ڪٿ ڪڏهن ڪٿ
ون هيٺ، ڪڏهن سايهٔ ديوار ۾ آهي  سانگي سندي سرڪار، ڪڏهن ڪٿ ڪڏهن ڪٿ
(ص ١٦)
—
يارو! پند جو رڙيون رقيبن جون  جي لڳي ڪو ڪڏهن ويو منهنجو پنگ
(ص ٣٤)
—
اسان کي تيئن رقيبن جو رهي ٿو دغدغو دل ۾  زميندارن کي جيئن خدشو تپيدارن جي تنگي جو
(ص ١٥٧)
—
آهن منهنجي پٺيان رقيب رُليا  جيئن 'فتوجي' جي پٺ ۾ ٺيڪاري
(ص ١٦٦)
—
مون بره جي ديوان جي جالجي آهي بندي  تنهن مان رقمِ عشق آهي منهنجي چڪايل
(ص ٣٦)
—
جڏهن گهرالدا تڏهن تن کي وري پيٺو پري ڏيندس  چمين جا چار لک نقدي عجيبن کان آذاريا سون
(ص ٤٦)
—
الحمدلله ڪي بہ ڪين آهي  حال ناهي تہ قال آهي پلا
(ص ١٠٢)
—
مستن جي آنهي واعظ جو وات بند ٿيو  آيا پناڻ وسري ويون في الفور فارسيون
(ص ١٤٩)
—
هن بيڪيءَ ريش سان اچان بيحد  ناز ڏسندا سون نازدارن جا
(ص ٩٥)
—
پنهنجو پيارو پرين تڏهن پرتيو  آهي ڏاڙهي سڄي جڏهن ٿي ڪپاهہ
(ص ١٦٠)

حڪمت ۽ دانائي. زندگيءَ تي سانگيءَ جي گهري نظر، سندس غزل ۾ حڪمت ۽ دانائي جا موتي پوئي ان جي افاديت کي وڌايو. جيتوڻيڪ سانگيءَ جي ڪلام ۾ سواءِ تغزل جي ڪا خاص 'مقصديت' ڪانهي، تہ بہ ڪاهي ڪاهي باهمي تعلقات جي سهڻن اصولن، ذاتي اخلاق ۽

اعليٰ معيارن ۽ سماجي قدرن جي اعليٰ مثالن بابت پنهنجن غزلن ۾ اشارا ۽ آهڃاڻ ڏنا اٿس، بلڪ وحدت ۽ ڪثرت جهڙن ڳوڙهن مسئلن بابت حڪمت ۽ دانائي وارا شعر چيا اٿس، مثلاً:

ڪثرت عام ڪان لذّت آهي تنهائي ۾ — ورنہ وحدت ۾ وجي ڪين لڪون ها بارو
(ص ۵۴)

عالمِ ايجاد ۾ آهن هي لباس جا سزا — هرڪوئي عالم ارواح سان عريان آيو
(ص ۵۸)

سڄي دليا خوديءَ ڪان ناہ خالي — ذري ذري ۾ سون ڪي اهڙو ظن آہ
(ص ۶۲)

تڏهن چاتم ٿي تہ هي هو آهي، هو آهي هي — جڏهن معلوم ٿيو عرض ۽ جوهر مون کي
(ص ۶۷)

هن زماني ڪان تہ بيزار آهيون اي سالڪي — جي هجي همّت، عالم بيو ايجاد ڪجي
(ص ۸۲)

حيوان صفت جي ٿيو انسان تہ چا ٿيو — جي ماڻهو ناهي تہ پوءِ آدم ٿي ڪبو چا
(ص ۱۰۴)

هم وزن عاشق و معشوق آهن — ٿئي تفاوت تہ تجمّل جي سبب
(ص ۱۰۷)

باغ هستي ۾ گل آهن جن ۾ — رنگ آهي مگر نہ آهي باس
تيئن گلرو بہ گلشنِ هستي — ڪنهن ۾ آهي تہ ڪنهن ۾ ناهي واس
(ص ۱۲۵)

بيوقوفن جي بيوقوفي ڪان — بيو اڇي عاقلن ۾ آہ فساد
(ص ۱۱۵)

نتيجي طور چئي سگهجي ٿو تہ اهو سانگي جو تخليقي ڪارنامو هو جو پنهنجي غزل لاءِ 'پنهنجو سنڌي ماحول' پيدا ڪيائين ۽ روزمره واري لچ سنڌي زبان ۽ سهڻي پيرايہ بيان سان ان کي سينگاريائين، جنهنڪري صحيح معنيٰ ۾ 'سنڌي غزل' پوري آب تاب سان چمڪيو. سانگيءَ جي جيئري جاڳندي عشق، ڪيس فرضي تخيلات بجاءِ غزل ۾ حقيقت نگاري ۽ صداقت شعاري جو علمبردار بنايو، ۽ محبت جي مخلصانہ جذبن ۽ لطيف احساسن سندس غزل ۾ غنائي رنگ پريو. عشق ۽ حسن جي ڪارفرمائي، سندس طبع ۾ جَوْدت، خيالات ۾ جدّت، ۽ مضامين ۾ ندرت پيدا ڪئي؛ سندس 'رنگِ تغزّل' غزل ۾ غزالن واري توانائي پيدا ڪئي، ۽ سندس خوش مزاجي ۽ خوش ڪلامي غزل ۾ تازگي ۽ طراوت آندي؛ ۽ زندگي تي سندس گهري نظر، حڪمت ۽ دانائي جي نڪات سان سندس غزل جي اِفاديت ۾ اضافو ڪيو.

سانگي ۽ سنڌس ساٿي. سانگي نه فقط پاڻ غزل کي ڳايو ۽ اوج تي پهچايو،
غزل-گو شاعرن کي پڻ متوجهه ڪيو، ۽ نئين عروضي شاعري جي ذوق شوق جو منڊل
گدا، ماتم، حامد، قليچ، صاحبڏنو شاهه ۽ حيدري هڪٻئي کي وڏيک ويجها ۽ هڪٻئي
کان آشنا هئا. الهن ۾ به گدا، سانگي، حامد ۽ حيدري جي چئن پاڻ ۾ چوڀاري هئي؛
هڪٻئي جي پيران غزل چيائون، ۽ هڪٻئي کي داد ڏنائون. سانگي خاص طرح حامد،
حيدري کي مخاطب ڪري پنهنجي غزل چيا داد طلب ڪيو:

اڄ 'گدا' ۽ 'حيدري' هن شعر رنگين کي ڏسي     'شاعرِ ٽنگڙ' سان گڏجي ٿا ڪيدن کي النظ

(ص ۲۲)

گدا کي سانگي استاد ڪري مڃيو هو، حافظ حامد سانگي جو ساٿياري هو، ۽
سانگي جو شاگرد هو. باوجود انهيءَ جي جو گدا کي سانگي استاد ڪري مڃيو ۽ کيم
کولي داد ڏنو، ته به ايترو ضرور اظهار ڪيائين ته گدا روايتي رنگ ۾ رتل آهي ۽ ڏنل
مضمون کي سهڻو نباهي ٿو، مگر نئين مضمون جي تلاش ۽ نڪات آفريني ۾ سنڌس منزل محدود

"مون طبع جي دريا مان ڪيا گوهر مضمون     چا ٿيو جي گدا آه ڏنو ملڪ عدن جو

(ص ۵۷)

بقول حيدري، گدا روايتي رنگ ۾ بيشڪ سخن جي بازار گرم ڪئي، مگر انوکي ۽ نئين
جي آبياري سانگي ڪئي:

غلام محمد گدا خوب سيد     انهيءَ نظم جي گرم بازر بنائي
عجب طرزسان مير عبدالحسين خان     رکي رمز سيني کان سرسي سوائي

غزل ۾ جدت ۽ مضمون آفريني، سنڌي ماحول جي عڪاسي، ۽ سنڌي ٻولي جي سهڻن
محاورن جي استعمال جي لحاظ سان حاجي فضل محمد ماتم، مير عبدالحسين خان سانگي ۽
حامد ٽکڙائي پنهنجن معاصرن ۾ هڪ امتيازي مقام جا مالڪ هئا: ماتم ۽ سانگي پنهي
دؤر جا عاشق شاعر هئا، مگر سانگي عاشقن جي صف جو اڳواڻ هو. 'ماتم' کي سانگي
جي قطار ۾ شمار ڪندي، محبت جي ميدان ۾ پنهنجي سبقت جو اظهار هن طرح ڪيو ته:

وامق و قيس ۽ فرهاد ۽ ماتم گڏجي
واديِ عشق ۾ پنهنجو ڪيو رهبر مونکي (ص ٦٧)

نڪات آفريني ۾ 'ماتم' پنهنجو مٽ پاڻ هو؛ مگر سنڌي ٻوليءَ جي وسعت ۽ رنگيني، ۽ سهڻي
بيان ۽ ادائگي ۾ سانگي سرس ۽ سوايو هو. حاجي حامد ۽ سانگي ٻنهي کي نج سنڌي ٻولي
محاورن ۽ اصطلاحن تي مَلڪو هو، مگر سانگيءَ کي محبت جون وڏيک مهميزون آيل
جن سندس غزل ۾ غنائي رنگ، جدت ۽ رنگيني پيدا ڪئي. بقول حامد:

حضرت سانگي جو يڪتا شعر لاثاني مڃي     هر غزل ان جو ته هڪ نئين طرز تي آهي نگار

مجموعي طور سان، سانگي سندس معاصرن ۾ هڪ مرڪزي حيثيت جو مالڪ ۽ جامع صفات شاعر هو جنهن جا غزل جدت ۽ رنگيني جي لحاظ سان پڻ لاءِ مشعل راه بنيا. موجوده دؤر جي هڪ سنجيده تنقيد نگار جي راءِ ۾ "غزل جو درست انداز ۽ صحيح مزاج" سانگي جي شاعري ۾ نظر اچي ٿو ۽ انهيءَ لحاظ سان "سانگي غزل جي دنيا ۾ هڪ بلند مقام ورتي ٿو.. سنڌي غزل ۾ سانگي هڪ انوکو انداز ۽ منفرد اسلوب پيش ڪيو آهي. موجوده جديد سنڌي غزل سانگي جي دلڪش انداز ۽ پيرايہ اسلوب کان نهايت متاثر ٿيو آهي"(١). بيشڪ سانگي جي هيٺين شعر ۾ وڏي صداقت آهي تہ:

چوڇوڻ منهنجن ڪيو چار طرف ۾ چرچو
ورنہ هو گلشن ايجاد سچو پستيءَ ۾ (ص ٤٠)

انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ سنڌي عروضي شاعريءَ جي نئين ميدان ۾ سانگي جدت ۽ نڪات آفريني جو جهنڊو ڪٿي پيش قدمي ڪئي:

بي خطر معرڪه نظم ۾ مضمونن جو    سون تہ بيرپا ڪيو علم" (ص ٣٩)

۽ پنهنجي اوچ خيال سان شعر جي زمين کي آسمان بناياٽين:

چسپان زمين سان پلڪ ميزان نظم هو    سون تنهن کي آسمان تي چاڙهي ڪيو آشڪار
(ص ١١٩)

باوجود انهيءَ جي، اصولي طور، سانگي جي شاعري علمي ۽ ذهني ڪارنامي جي بدران سندس جذبہءِ محبت جو ثمر آهي. عشق ئي سانگيءَ جي شاعريءَ پويان محرڪ جذبو آهي بلڪ سندس شعر جو مرڪز ۽ محور آهي، ۽ محبت جو تاثر ئي سندس غزل جي جان آهي. سانگي سچ چيو آهي تہ:

محبت ماهروين جي جڏهن منهنجو هي من موهيو    تڏهن ديوان سانگي جا هي دردن داستانا ڪيا بيشڪ
— (ص ١٠٦)

عشق بازي جي چاپ خاني ۾    ٿيو ديوان سانگي آهي چاپ (ص ١١٣)

ن. ب.

---

(١) شيخ عبدالرزاق "راز": "سنڌي غزل ۽ سانگي"، رسالو نئين زندگي، ماه اپريل، ١٩٦٩ع.

# رديف "الف"

●

ماه تابان؟ آهي اي مه، رُوي؟ رخشانِ شما
آبروي؟ خوبي از چاهِ زنخدانِ شما

اي زمانا! تنهنجي لوڏن کان تہ آهيون جان؟ بہ لب؟
باز گردد يا بر آيد چيست فرمانِ شما

هي آهي مرغِ هوا ۽ هو آهي دامِ بلا
خاطرِ مجموعِ ما زلفِ پريشانِ شما

بهتري جي اي زمانا! تو ۾ ڪا ناهي اُميد
به که بفروشند مستوري به مستانِ شما

بخت بيداري کان گذريو، نيو نهوڙي اهڙو ننڊ
زانڪ زد بر ديده آبِ رويِ رخشانِ شما

عَهْد اهڙو آهي آيو سخت جنهن کان الاَمان
زينهار اي دوستان؟ جانِ من و جانِ شما

هُئي سَنْدَ وَ دولت زياد اي حاڪمانِ يورپي
گرچ جامِ مانشد پُر مي؟ بدورانِ شما

قاصدا هُن شوخ بيپروا کي ڏج منهنجو پيام
که اي سرِ ناحق شناسان گوي؟ ميدانِ شما

سبز پوشانِ لطيفي کي صبا ڏي هيءُ پيام
بنده؟ شاهِ شمائيم و ثناخوانِ شما

حاڪمو هلجو هتي دامن سنڀالي خون کان
که اندرين رَه کشتم بسيارند قربانِ شما

آءٌ مڪّي ۾ مديني ۾ وڃان ۽ ڪربلا
تا ببوسم همچو گردُون؟ خاڪِ ايوانِ شما

تو گهري دلبر دعا "حافظ" سان گڏ عبدالحسين
روزي؟ ما باد لعلِ شڪر آفشانِ شما

●

تڏهن ترڪِ وطن ڪيوسون جڏهن اهلِ وطن بگڙيا
جي بگڙڻ جا نہ هئا اهڙا بہ يارانِ ڪُهن بگڙيا

آهي اهڙو اچي آخر ۾ قسمت کي خزان ورتو
چمن جو سير ڪيوسون ٿي تہ مرغانِ چمن بگڙيا

جڏهن منهنجي رسي نوبت، ڪڏي شمشير ابرو جي
ڏسو قسمت بُتانِ ماه وَش ٿي تيغ زن بگڙيا

دلين جي عام ڦاسائڻ جو پاتو دام هو دلبر
جڏهن ڦاسڻ لڳس آءٌ تہ زلفِ پُرشڪن بگڙيا

ڏبو ڪو ڏوهہ هن حالت ۾ يارو! نوجوانن کي
مِٺي مُنهن مہ لقا جي کي ڏسي آهن مُوسن بگڙيا

هوا اهڙي لڳي آهي جو پنهنجي پنهنجي مذهب کان
مسلمان و ڪرستان و يهود و برهمن بگڙيا

زماني رمز سا ورتي جا آهي راءِ حاڪم جي
ڏسو رسمن کان پنهنجي يڪ قلم سڀ مرد و زن بگڙيا

اثر صحبت جو بيشڪ ٿئي ٿو، مونکي ٿيو يقين آهي
زماني جي بگڙجڻ کان تہ مردن جا سخن بگڙيا

رچياسون رنگ تنهين، جو روز اوّل رنگ ورتوسون
سي بگڙيا پاڻ آهن جي اسان کي ٿا چون بگڙيا

نہ بگڙي دل ـ گهريو دلدار منهنجو مہ لقا مون سان
رقيبِ رُوسيه جهڙا هزارين مَرُ وتن بگڙيا

زماني ۾ سچائي يا ڪِ سرداري رهي آهي
اي سانگي! ڏس تُمن وارن کان ڪيئن آهن تُمن بگڙيا

دلين تي وجهن دام دهرا درست — دل آرام جا زور زلفِ دوتا
سجڻ جو سو سرهو زنخدان جو سيب — اسان جي سا سودا جي آهي دوا
هوا ڏسجي جي ڪين غير از غبار — آهي عالم ايجاد مثلِ هوا
آهي دوستن کي سدا دلپسند
اي سانگي سنڌ ۾ شعر راحت فزا

## رديف "ب"

●

ماهرو منهن تان پنهنجي لاٿو نقاب — نڪتو خورشيد از حجابِ سحاب
آءُ پري پرت مان پيارل! پير — هيڏي ايندي حبيب ڪر نہ حجاب
اڄي شيخي ۾ شرمسار ڪندي — درگذر آهي شوخ وقت شباب
گلبدن تنهنجي تي عرق اي عجيب! — ڪيو بيقدر آهي عطر و گلاب
مهر ڪر ماهرو مٺا! مون تي — من موهن مارجن رقيب خراب
ڪين حاصل ٿيو هوشياريءَ مان — مونکي ساقي! پري ڏي جام شراب
سوز وارن جي صحبت آهي عجيب — سالڪن کي سلوڪ آهي صواب
منهن مبارڪ ڏسڻ ملوڪن جو
آهي سانگي ادا! تہ عين ثواب

●

مون ساقيءَ کان طلبيو آب — مونکي ڏنائين جامِ شراب
چو ٿو ڪرين اي يار! حجاب — لاهہ مٺا! تون منهن تان نقاب
مون ۾ دلبر! نہ آهي تاب — تون تہ ڪرين ٿو عتاب و خطاب
نڪتو سحاب مان چڻ خورشيد — منهن تان جو لاٿو يار نقاب
تنهنجي عرقِ بدن جي اڳيان — بي بوءِ آهن عطر و گلاب
مهر ڪري آءُ مون وٽ تون — چو ٿو ڪرين اي حبيب! حجاب
پاڻ پيارا! پيار ڪريون — خار ٿي ڪائي رقيب خراب
مطرب! منهنجي مَهرُو وٽ — پڙهہ هي غزل با چنگ رباب
سخت دلي دلبر جي ڏس — ڪيئن ٿو مون تي ڪري عتاب
حضرت عشق کان آهي مليو — مونکي مجنون جيڏو خطاب
گودڙي منهنجي مون لئي آهہ — مخمل و سنجاب و ڪيمخاب
جا نہ ملي ٿي شاهن کي — آهي ڪلاه نمد ڪمياب
سانگي مونکي آهي اميد
"حيدري" ڏيندو جلد جواب

يار چوان ٿو با ادب، اهڙو مٺا ڪو ٿئي سبب — توسان هجان آءٌ روز شب سينہ بہ سينہ لب بہ لب
اهڙو سبب ڪو يار ٿئي، هند ۾ يا ڪ ڏرعرب — توسان هجان جي ڪٿي سينہ بہ سينہ لب بہ لب
قرب اسان جو ٿئي نہ ڪم، اهڙو ڪو ٿئي سڄڻ سبب — شال اسين رهون بهم سينہ بہ سينہ لب بہ لب
پل نہ پري ٿيان سڄڻ! مونکي اها آهي طلب — توسان هجان اي جانِ من سينہ بہ سينہ لب بہ لب
اهڙي ڪا ٿئيم بيخودي، چڻ تہ ڪيا نشا عنب — محب سان آءٌ ٿيان وري سينہ بہ سينہ لب بہ لب
رام جڏهن ٿئي گلبدن، تنهن جي تڏهن اچان ڪتب — توسان هجان اي من موهن سينہ بہ سينہ لب بہ لب
دم نہ دوست ڌار ٿي، غم نہ ڏي نہ ڪر تعب — يار مون سان يار ٿي سينہ بہ سينہ لب بہ لب
هت هجان يا فرنگ، توڙي وڃان وري حلب — توسان هجان اي شوخ شنگ سينہ بہ سينہ لب بہ لب
وصل جو ٿا چون چڱا، وقت سو آهي بس عجب — تنهن ۾ تجي ٿو يارسان سينہ بہ سينہ لب بہ لب

سمجهہ يقين تون اي صنم، سانگي تڏهن ٿئي باطرب
توسان جڏهن ٿئي دمبدم سينہ بہ سينہ لب بلب

# رديف ”ت“

ساقي پري ڏي جامِ ميءِ خوشگوار ترت — ٿيان اهڙو مست جو نہ ٿيان هوشيار ترت
جي بام تي چڙهي هو دلِ آرام دلپسند — ڪري وٺان پري ڪان آءٌ سر ڪي نثار ترت
پيلي ۾ جي ملي وڃي مونکي رقيب سو — بندوق سان تنهن ڪي ڪريان آءٌ شڪار ترت
نادم ٿيو آهيان نيٺ آءٌ تنهنجي فراق ۾ — منهنجي خبر تون وٺ اي مٺا! منهنجا يار ترت

سانگي جي توسان دشمن ڪو دشمني ڪندو
تنهنجي مدد تي ايندو شہِ ذوالفقار ترت

ورهن ڪان تہ والله پي وائي نہ آهي وات — مونکي اي مٺا! تنهنجي طلب تنهنجي آهي تات
پوري ڪري اميد سندم قاضي الحاجات — منهنجي ڪري هن ماه لقا سان ملاقات
الفت جي تہ اقليم جو سيّار آءٌ آهيان — ڏوري مون ڏٺا جي ها محبّت جا مقامات
ارواح اسان جو رهيو حورن جي حوالي — سهڻن جو جڏهن عشق اسان تي ٿيو اثبات
ايندو نہ ڪڏهن راز محبّت جو زبان تي — جي شوق وڏي ويندو تہ پوءِ ٿيندي شطحيات
تنهن وقت سڄو عالمِ ايجاد ٿيو ايجاد — جنهن وقت زماني ۾ وسي بره جي برسات
تهدل طلبِ يار ۾ بيي طبع رسا ٿي — خوبن جي خيالات مان ٿي ٿئي عام خيالات
خوبن جو تہ شيوه آهي بس شوخي و شنگي — زورآور ظالم تہ حسينن جي آهي ذات
اي شوخ آءٌ شامت جي ڪريان ڪهڙي شڪايت — گذري ويئي گوندر ۾ سڄڻ يار! سڄي رات
اي گلبدن! آءٌ توکي ڏسي نغمہ سرا ٿيان — بلبل ٿي ڪري باغ ۾ جيئن لاڏ منجهان لات

لا ريب حسينن ڪي آهي حسن خدا داد
منهن سهڻي سڄڻ جو ڏسي سانگي پڙهہ صلوات

## رديف "م"

رخ جان بخش جانان ياد آيم — بحمدالله ڪه قرآن ياد آيم
جتي ڪوڪو پيم قمريءَ جي ڪَن تي — تيتي سرو خرامان ياد آيم
غرض چاهه ذقن دلبر جو ڏسندي — عزيزو! ماه ڪنعان ياد آيم
ڏٺم ماهه دوهفته کي منوّر — رخ پرنور جانان ياد آيم
وري مستيءَ ۾ شوق مي ڪشي تي — پيگم پيمان، پيمان ياد آيم
نظر جي شير قالين تي ڪئي پئي — تيتي شير نيستان ياد آيم
بهار آيو ۽ سودا جو ٿيو سودو — وري دشت و بيابان ياد آيم
وري آلا ٿيا نئين سر زخم دل جا — سنڌ ۾ پنبٽين جا پيڪان ياد آيم
ڏسي ذرّات عالم جي چمڪ کي — رخ خورشيد تابان ياد آيم
ٿيس اميدوار آءٌ مغفرت جو — جڏهن سڀ پنهنجا عصيان ياد آيم
جڏهن وحدت ڪان ڪثرت کي ڪيم ڌار — تڏهن گبر و مسلمان ياد آيم
جڏهن ٿيو ماه نؤ لامع فلڪ تي — تڏهن ابروي خوبان ياد آيم
پرين ڏيئي ويو چَلو نيشاني — ڏسي خاتم سليمان ياد آيم

وري عبدالحسين از شوق مافوق
مزار شاهه ذيشان ياد آيم

●

اي صبّا يار کي رساءِ سلام — مُحب منتار کي رساءِ سلام
يار جا ويل ڪنهن نه وسرن ٿا — درو ديوار کي رساءِ سلام
اي صبّا منهنجي دل صفا آهي — يار و اغيار کي رساءِ سلام
باغ ۾ جي وڃي اي باد صبّا — منهنجا گلزار کي رساءِ سلام
يادگيري ڏي همصفيرن کي — بلبل زار کي رساءِ سلام
وري بلبل جي معرفت منهنجا — گل بي خار کي رساءِ سلام
جنهن ۾ ڪياسون شڪار هرڻن جا — تنهن ڪوهسار کي رساءِ سلام

جنهن ڏنا آهن سوز سانگيءَ کي
تنهن وضعدار کي رساءِ سلام

●

السلام عليڪ اي يار سندم — اي مَهْرُو گل رخسار سندم
منهنجي توريءَ ساعت ڪين سري — اي همدم ڌار نه ٿي يڪدم
آءٌ عاشق تنهنجو آهيان سچو — اي سهڻا تنهنجي سر جو قسم
آهي ياد تہ سونکي توکان سوا — بس لطف سڄڻ تنهنجا ياد اٿم
مهنجي دلڙي سڪي تنهنجي سوز ڪئي — منهنجي دل کي وڻن ٿا تنهنجا ستم
مون توکي ڏني دل اي دلبر — آهي تنهن جو سنڀالڻ تنهنجو ڪم
ڪيئن طائر دل پابند ڪيو — تنهنجي زلف دوتا جو آهي خم خم

هي ڏک سک سڀ گذري ويندا — رهي ياد سدائين سوزِ و الم
ڪڏهن توکي ڏسي اکڙيون ٺرنديون — ڪڏهن ملنداسُون اي ساهمَ سندم
وري ياد زمانو سو آيو — ڪيئن کلندا ويهندا هاسون بهم
تون لطف ڪندو هئين مون تي وڏا — آءٌ شُڪر ڪندو هُس تنهنجا اُتم
اسين عاشق آهيون، نياز ڪريون — آهي ناز ڪرڻ تہ اوهان جو ئي ڪم

بس واڳ وراءِ سندس سانگي
آهي اشهب تيز روانِ قلم

●

شيرِ حق شاه لافتيٰ جو قسم — بيشڪ آهي سو مصطفيٰ جو قسم
آهي ڪوڙو ۽ آهي ان جي خطا — ڪٿي بيشڪ ٿو بي خطا جو قسم
نہ ڪريان آءٌ دشمني ڪنهن سان — ٿو ڪٿان مهر ۽ وفا جو قسم
چشمِ مي گون تہ مونکي ڪيو مخمور — مونکي ساقي سندي سخا جو قسم
ڪين مُڙندس آءٌ خارِ صحرا کان — مونکي پنهنجي برهنه پا جو قسم
نہ وٺن ٿيون اکيون غزّالن جون — يار جي چشم سُرمه سا جو قسم
تا نہ دمڙي لهن جي دُرِّ عدن — دُرِّ دندان با صفا جو قسم
خاڪساري عجب غنيمت آهي — مونکي خوبن جي خاڪِ پا جو قسم
آءٌ خورشيد کي ڏسان ذرّو — عارضِ پاڪ مَہ لقا جو قسم
چور آهي دلين جو دزد حنا — ڪفِ رنگين دلربا جو قسم
حيدري آهي، جنهن کي الفت آه — حضرتِ عشق پيشوا جو قسم

جيڪو عبدالحسين آهي، سو
بي خطا آهي خود، خدا جو قسم

●

ازل کان محو هُس عشقِ بتان ۾ — تڏهن پيدا ٿيس هندوستان ۾
پتم دل يار جي مُوي ميان ۾ — مڪاني ٿاڻ کي ڪيم لامڪان ۾
سا تيزي نيل جي دريا ۾ ناهي — رواني جا آهي طبعِ روان ۾
ڪريان شرمنده آءٌ شهد و شڪر کي — حلاوت اهڙي ٿي منهنجي زبان ۾
اچي وٺي ماٺ مرغانِ چمن کي — سندم نغمہ سُڻي باغِ جنان ۾
اسان شيخن ۾ جيڪا آهي شوخي — نٿي ڏسجي اِها ڪنهن نوجوان ۾
مُدرّس عشق جي مونکي چيو شاباش — جڏهن آءٌ پاس آيس امتحان ۾
تڏهن اهلِ زمين عبرت ۾ آيا — قلابازي جڏهن ڪم آسمان ۾
پياريندو پرت مان پُر پيالو — وڏي اميد اٿم پيرِ مغان ۾
سخا جهڙي ڪري ٿو حضرتِ عشق — ڪرم اهڙو نہ هو قاآن خان ۾
ٿي هر هر هير سر تين کي سڏي چيو — لهي، ٿو ڪينڪي ڪيڙو اسان ۾

●

قرب وارا پرين ڪُلال نہ ٿي — برهم وارن سان بيخيال
بيگمان بيشهٔ محبّت ۾ — شير دل جي نہ ٿين، شغال
پخته مغزن سان اي رقيب رليا — خام ڪر خير، خرد جال
دوست، دشمن بہ ٿي پون ٿا ڪڏهن — دوستن سان بہ دل جو حال
پائين پهچين بہ منزلِ مقصود — برهم جي رَند ڪان بتال
مونکي ناصح ڪئي نصيحت هي — خاص مدّاح خط و خال

عمر پنجاهہ کي رسي سانگي
سال ويا گذري طبعِ سال نہ ٿي

●

پُر پيچ نانگ پون ٿا پهري، ڪٿي ڪٿي — سي زلف جا زورآور زهري
رخسار تي، چپن تي، پرن تي، جبين تي — تا پيچ پائن ڪاڪل قهري
ابرويِ وسمه دار تي، خط تي ۽ خال تي — دلڙي اسان جي آخر ٺهري
مومل ڏسڻ پڃن ڏي، لوڊاڻي ڏي، ڪاڪ ڏي — ڪاهي ويو تي مينڌرو مهري
ظاهر ۾ زماني ۾، صورت ۾ شان ۾ — پيا خيال پيا پچائن دهري
سُو رن ڪان ۽ بگهڙ ڪان، ڪتن ڪان، چراخ ڪان — ٽپ ڏيئي چڙهن وڻن تي ٿا شهري
"حامد" ڏسي "گدا" ڏسي ۽ "حيدري" ڏسي — پرّان ٿي منهنجي طبع جي بحري

اُن دلربا جي جان ۾، دل ۾، خيال ۾
سانگي اثر ويو آهہ جو پهري ڪٿي ڪٿي

●

آءٌ طرحدار يار تان صدقي — پنهنجي نازڪ نگار تان صدقي
سي مسلسل سدائين مرغولا — زلف جي وار وار تان صدقي
جو مٿي تي مڻي جي آهي، تنهن — چيرهٔ زرڪنار تان صدقي
جي نہ ٿيندس تہ بس خجل ٿيندس — جيئري جيءَ جيار تان صدقي
بار تان تيو خروس قرباني — آءٌ ٿيان تنهن نثار تان صدقي
باغ ۾ گل ڏسي، چيو بلبل — هڪڙي سر آءٌ هزار تان صدقي
چو اگهي عندليب ڪان نہ ٿيان — پنهنجي آءٌ گلعذار تان صدقي
عاشقن ۾ ڪيو سرخرو مونکي — لال رخسار يار تان صدقي
آهيان نازڪ خيال، چو نہ ٿيان — نازنين نازدار تان صدقي
ڏسي رونق چمن جي چيو بلبل — باغ تنهنجي بهار تان صدقي
شوخ ٿي، مونکي ماري شوخ چيو — آءٌ پنهنجي شڪار تان صدقي

آ ميلون پاڻ ۾ ميڻا ستهرو — يڪدلن سان نه ڪر اي دوست
تيئن سون ڪان رقيب آهي پڳو — جيئن فراري ٿئي، بلي ڪان
ڪبر سانوڻ ۾ سرهو ٿئي، ڪانئين — ڏور سائي جبل جي سبز
مرد آهين ته نڪري ٿي نروار
جيئن سانگي سفر ڪيو سسئي

●

## قطعه تاريخ

از: جناب سکندر القاب، خسرو قباب، مير صاحب مصنف، هز هائينس سرکار
مير عبدالحسين خان، دام اقباله

اس جگه ميں هے نه جائے عيب چين — عقل پر هے عشق کی پاٹن کا
تب طلب تاريخ کو ميں نے کيا — جب هوا پورا ميرا ديوان به
مطلقاً "ديوان سانگی" ميں نهيں
با سر قربت کها هاتف که غير
۱۳۱۰ھ

### ولـه

ختم شد "ديوان سانگی" در صيام — خواستم تاريخ ختمش
قابل تعريف اين ديوان شده — بے سر کم گفت هاتف مختم
۱۳۱۰ھ

### ايضاً

نبوده سيه خاطر من بکلفت — دل صافيم بود مائل به الفت
کشيدم چو تيغ زبان را بشوکت — ديار سخن را گرفتم به همّت
روان شد چو در نظم طبع روانم — ز باد صبا برد يکبار سبقت
ز تصنيف هر گونه گلها شگفتم — بباغ دل من ز جوش محبّت
چو غرّه نمايان شد از ماه رمضان — شده ختم "ديوان سانگی" بسرعت
چو من بے سر قبح تاريخ جستم — بگوشم نداداد هاتف که عظمت
۱۳۱۰ھ
"گدا" شه به تصنيف تاريخ کو شد — درين فن که او را فزون ست قدرت
بسے مشرب جلالي و عبدالحسينم
چگونه نباشد کلامم به حشمت

## وله، از مير صاحب دام عمرهٔ : سنڌي

"سوز سانگي" پهرين مون تصنيف ڪيو
ياد ماڻهن پڻ سوين ڪافيون ڪيون
آهي تنهن نسخي جو جامع ٿيو به شوق
"علوي القادري سيون وڏل"
تنهن ڪان پوءِ پيو پارسي ۾ ٿيو تيار
تڏهن، تنهن وچ ۾ غزل پڻ تي چيم
آهي سو "ديوان سانگي" ٿيو تمام
تنهن جي ٿيو تاريخ جوڙڻ جو خيال
ٿي پڇيم تاريخ ان جي باخوشي
باسرِ ياري اهو ديوان نظم

جنهن ۾ ڪافين جو سراسر شغل هو
جي زبانن تي آهن رهجي ويون
تنهن وٽ آهي، جنهن کي تنهن جو آهي شوق
رهنمائي سالڪان، صاحب عمل
آهي "لطائف لطيفي" آشڪار
تن مان ڪي گم ٿيا ۽ ڪي هٿ جمع ڪيم
غرّهٔ ماهِ صيام، هنگام شام
فڪر ۾ هئس، تا پوي فرّخ ڪا فال
ماه مارچ ۾، ز سنِّ عيسوي
ٿيو آهي هاتف چيو بالخير ختم

١٣٨٨   ١٩٦٨

جلد ٿئي جوڙڻ جي خواهش آهي ٿي
ناهي مشڪل سانگي جي مهلت ملي

●

## تاريخ تصنيف "ديوان سانگي" ساختہ گزيده درگاه عزّوجل، ميان وڏل علوي القادري متخلص به "حيدري"

مير صاحب، ذوالڪرم، عبدالحسين خان نامور
مير صاحب پهرين ڪافين جو عجب تصنيف ڪيو
بعد تنهن جي پيو به "لطائف لطيفي" نظم ۾
فارسي، هندي ۽ سنڌيءَ ۾ هي ديوانِ جديد
قابلِ تعريف جهڙو آهي، آءٌ تهڙي ڪريان
جڏ پڙم پورو ٿيو "ديوان سانگي" بيمثل

مدح تنهن ممدوح ۾، اي طبع مضمون خوب آڻ
هڪ ڪتابِ "سوزسانگي" جو هو سارو سوزساڻ
مدح مرشد ۾ ڪئي تصنيف پيرو جنهن جو پاڻ
جو ڪيو تصنيف ان سرڪار عالي آهي هاڻ
قافيه ٿئي تنگ، پر طبعِ رسا کي پاتا ڏاڻ
واسطي تاريخ جوڙڻ جي ڪئي منهنجي طبع تاڻ

باسرِ بيخواستہ از لطف مونکي "حيدري"
ٿيو آهي هاتف چيو، "ديوان سانگي" ختم هاڻ ١٣٨٧

الحمد لله و المنته۔ اين كتاب خجسته خطاب متخلص به "ديوان سا
تصنيف مشك تغليف، مير صاحب ذي وقار، سكندر كار، دارا دربار، در شعرگوئي
نظمش مانند در" مسلك قطار در قطار، سركار بلند آثار، هزهائينس مير
مير عبدالحسين خان مع فرزندان مير صاحب والا مواهب مير خدايار خان و مير
عالي مناقب مير احمديار خان، طولعمره' نگهدارش رب" الستار۔ از قلم نحيف
سگ دروازه جناب مالك روز حساب، شفيع آمم، سيدنا محمد صلى الله عليه
و جناب قدسي مآب سيدنا علي اسد الله الغالب۔ حقير پر تقصير امدادعلي بلدي، سك
مير صاحب مرحوم مير حاجي محمدخان، عليه غفران، كناره درياي' كلان متصل ح
سنده واقع، تاريخ دويم ماه جمادي الثاني سنه ١٣٢٠ هه، بيوم آدينه، صورت انصرام

فرد

خدا پيرا يم بخشد از قبولش نگه دارد ز رد" هر فضولش

زهي قدردان هستند و از نوازشات ملبس زردار باشربت دينار سرشار خواهند فر

بيت

هر روز از غريب نوازي روان كند
چندين غريب كام روا را بهر ديار

تمت بالخير

از دست، احقرالعباد لم يزلي عاصي قنبر علي شاه،
ساكن سكر كهنه، عفي عنه.

# رديف ”الف“

گذري جي ويا، سي زمانا ياد پيا — وسري جي ويا، سي ترانا ياد پيا
دل تي آيا وامق و فرهاد و قيس — ڏسندي ئي دانا، ديوانا ياد پيا
فصل جي خواهش ۾ وسري اصل ويو — سنگ چوندبيندي نہ ڪانا ياد پيا
واديِ مجنون ۾ ڏسندي سنگ وخار — عقل وارن جا خزانا ياد پيا
جڏ چريو ٿي چوطرف جي ڪيم چڪاس — تڏهن مونکي دوست دانا ياد پيا
ڏسندي ئي نؤ دولتن جون دولتون — اصل جي خانن جا خانا ياد پيا
وصل جو وعدو جهي ڪو ڪنهن ڪان ٻُڌم — تڏهن دلبر جا بهانا ياد پيا

ٿيو يقين سانگي تہ آهي سي گذر
شان شاهن جا شهانا ياد پيا

●

ٿا پون لُطف ياد يارن جا — پور پلپل پون ٿا پيارن جا
طائرِ دل جي لاءِ ٿيا دانا — خاص ترخال، خالدارن جا
هن بگيءَ ريش سان اچا بيحد — ناز ڏسنداسون نازدارن جا
نازنينن جا ناز سي ناهن — آهن بانڪا، انگل سي ٻارن جا
زلف چوڙي چيو سڄڻ سُهٽي — نانگ آهين هي تہ وارن جا
رات ساري سڄڻ کي ياد ڪري — ٿي ڪيا مون شمار تارن جا
تن پاڪين مان نڪري ويو پاٽي — جن ٿي ڪوڙيا مٿا مٿارن جا
هت ڏٺاسون، وري بہ مُلڪ عدم — مانَ ڏسنداسون مُلڪدارن جا
آتي چپرَن جا ٿو ٻُڌان چرڙات — جتي آواز هئا نقارن جا

تڏهن سينو سپر هو سانگي، جڏهن
شوق شوخن کي ها، شڪارن جا

●

اصل کان ادا ڙي آهي آشنا — ڪيو خو بروين سان مونکي خدا
برابر پرستندگي بندگي — ڪئي حضرتِ عشق جي مون سدا
تڪبّر ڪندس ڪونہ ڪو وصل تي — مون آهن جدائي جا صدما سٺا

گل جي نہ ٿارين کي ڪجي پائمال بلبل کو قدر گلستان ڪجي
آخر ايندو سو وري کهڙي ڪم قُرب مان سِر يار تي قربان ڪجي
دائم ڪنهن کي نہ ڪجي دل ملول شوخ ڪڏهين شائق شادان ڪجي
آهي اِها منهنجي اي سانگي صلاح
پرت مان پيو سير پرستان ڪجي

●

اڄ وري ڪيٽيءَ کان سفر تو ڪجي پيڙيءَ تان گهاري مان گذر ٿو ڪجي
سال هي اُوڻيهہ سؤ چار عيسوي آخر اپريل بسر ٿو ڪجي
وصل جو خوبن کان تو خواهان ٿجي قلعہ پولاد سان در ٿو ڪجي
ٿي سان ڪڏهن ڪين ڪجي تو نياز ماه رُخن سان مگر ٿو ڪجي
بخت جو وڻجي تو وري امتحان مونس دل رشڪ قمر ٿو ڪجي
خواهش خوبن ۾ وري خير جو پاڻ کي بيخوف و خطر ٿو ڪجي
عشق جي اڄ حڪم همايون سان عقل کي بس زير و زبر ٿو ڪجي
خوبن جي خاص بہ عجز و نياز خاطر اقدس ۾ اثر ٿو ڪجي
زيور و ملبوس جو عادي ڪري شوخن کي طالب زر ٿو ڪجي
اصل جو نادان ٿي رهيو نينهن کان پيڙي مان پنهنجي سو بدر ٿو ڪجي
آهي ادا شينهن جو تصوير جو تنهن کان بہ هن وقت حذر ٿو ڪجي
قدر شناسن ٿي چيو چاهہ سان قدر سُخن بہ ز گُهرُ ٿو ڪجي
هڪڙو تہ "ديوان" اڳي ڇاپ ٿيو
سانگي وري فڪر دگر ٿو ڪجي

●

دل عجيبن کي آهي املاڪ تي عشقباز آهين سوريا ماڪ تي
خام خوبن کان رهن ٿا بيخبر پورڙا پلجن حُسن جي هاڪ تي
همت عالي اسان جي جا آهن پير ڌرتيءَ تي ۽ سر افلاڪ تي
سربُلند آهن اُهي مثل حُباب جن کي آهي افتخار املاڪ تي
تن کي مولىٰ جي محبت ناهي مُور پرت جن کي ٿي رهي پوشاڪ تي
سخت دل وٽ تيئن دولت ٿي رهي سينهن جو پاٽي نِڪي جيئن ٿاڪ تي
دوستيءَ جو دم جي هو دل کان هٽي ڪهڙو باور دشمن بيباڪ تي
خاڪساري کان ٿا داٿا سنگ تين جيڪي ٿا هارين هاري خاڪ تي
هن زمانيءَ جا ٿا حڪمت ڪن حڪيم لوڻ ٿا ٻرڪين تازي چاڪ تي
قرب مان ڪاهي وڃين عبدالحسين
شاه شُهدا جي مزار پاڪ تي

———

# رديف ”الف“

محب مٺا سنڌار، مونکي ياد پون ٿا — جاني جنبي يار، مونکي ياد پون ٿا
دوست پرين دلدار، مونکي ياد پون ٿا — هوت هنئين جا هار، مونکي ياد پون ٿا
هوندا هئا جي دائم همدم — دم نہ ٿيا ٿي ڌار، مونکي ياد پون ٿا
بيشڪ جي هئا بنگالي ۾ — سهڻا سي سردار، مونکي ياد پون ٿا
ٿندي يوسف جي ۾ ڏٺاسون — اوهي ٻيي اسرار، مونکي ياد پون ٿا
مهراڻن جي ڪيٽيي ۾ هئا — وارن جا وسڪار، مونکي ياد پون ٿا
مولوا جهڙي، جهي مُلڪ ۾ ڪياسون — شوقن جا سي شڪار، مونکي ياد پون ٿا
پرت مان پيالا پُر پياريا — ساقي سي سرشار، مونکي ياد پون ٿا
سنگتين سائين قُرب مان ڪيا ٿي — لطف سندن بسيار، مونکي ياد پون ٿا
گڏ وسايم يارن سان، سهي — مينهن جا وسڪار، مونکي ياد پون ٿا
دل گهرين جا دائم هئاسهي — دم دم جا ديدار، مونکي ياد پون ٿا
بلبل ساري گل ڪي ٿي چيو — باغن جا بہ بهار، مونکي ياد پون ٿا
مارئي چيو مارُين ۾ ٿهي — پهنوارن جا پار، مونکي ياد پون ٿا
آهي جايون، وڻ وراڪا — جٺي واسيم وار، مونکي ياد پون ٿا
سهڻي تري تار چيو ٿهي — ساهڙ جا سينگار، مونکي ياد پون ٿا
سسئي ساهيڙين کي ٿي چيو — جتن جا جنسار، مونکي ياد پون ٿا
هير چيو هيٺن حُب منجهان ٿي — رانجهن تنهنجا پيار، مونکي ياد پون ٿا
مجنون ليلي کي چيو ولين جا — اوهي مينگهہ ملار، مونکي ياد پون ٿا
ڪندا جي هئا ڪڪر ڪارا — چُوهن مان چٽڪار، مونکي يد پون ٿا
مونهان پوء تيئن مونکي منهنجا — ياد ڪندا جيئن يار، مونکي ياد پون ٿا

جن سنگتين سان سانگ ڪياسون
سانگي سي سيٿار، مونکي ياد پون ٿا

## رديف "جهہ"

جيئن شڪاري ٿا ڪين ڦاڙهن جو اوجهہ
نيٺ نڪري تيئن ستمگارن جو اوجهہ
جي ڏُوئي ڪن دوستيءَ جي درميان
نڪري تين مردود منهن ڪارن جو اوجهہ
جيڪو ٻاهر ڏسندو، ظاهر آهي پيو
سيڪو چوندو، آهي خونخوارن جو اوجهہ
ڪن ٿا جي حيلا حوالا ڪوٽ سان
پئي ٿو نڪري اهڙي مڪارن جو اوجهہ
ڪيئن نہ نڪري پيٽ ڪان ٻاهر پوي
غيرتِ عاشق ڪان آغيارن جو اوجهہ
قرب وارا تيئن رقيبن جو ڪين
جيئن ڪين غازي ٿا ڪنئارن جو اوجهہ

ظلم جي ظالم ڪندا سانگيءَ تي، تن
نڪرندو آخر جفاڪارن جو اوجهہ

## رديف "ڄ"

ڇيو سهڻيءَ سدا ميهار جي ڄڄ
اڄي بيشڪ آها بهار جي ڄڄ
پئي ڪنهين جو نہ مون تي ٿئي نالو
منهن لڳي منهنجي من - قرار جي ڄڄ
من ڪري رحم خالقِ اڪبر
اڄي دهان سان دل جي يار جي ڄڄ
گوٺ ساري ۾ هي پچار پوي
اڄ دريا لنگهي ٿي، پار جي ڄڄ
سيئي سرتيون چون تہ ساهڙ جي
آئي، سينگارجي پڪارجي ڄڄ

ٿئي ٿو ساهڙ سان ميلو سهڻيءَ جو
سانگي آئي آهي سنوارجي ڄڄ

## رديف "چ"

جي ڪنهن کي زر و سيم تي شيدا ڪري لالچ
تنهن کي تہ سڄي ملڪ ۾ رسوا ڪري لالچ
جو آسر هجي دائرهٔ عقل کان خارج
تنهن جي بہ سداخواهشِ بيجا ڪري لالچ
شيرن کي ڪري پست، شغالن جي مقابل
بس ديد جي قابل ٿي تماشا ڪري لالچ
تحقير جي سبيان تہ ڪو اربابِ همم مان
جا ڪو نہ ڪري اهڙي تقاضا ڪري لالچ

بنان شراب جگر هو ڪباب پر هاڻي — ڏسڻسان تنهنجي چڙهي ويو خمار اي ساقي
پياري بادهٔ گلرنگ پيي بہ پيي پيارا — اسان تي لطف ڪيا تو هزار اي ساقي
پيارين پرت مان تون پُر ڪري پيالن کي — ٿيان آءٌ تنهنجي هٿن تان نثار اي ساقي
مدام ڏيئي مدام آهن ميءُ پرستن تي — ڪيا تو لطف فزون از شمار اي ساقي
ڏيکاري مونکي پيارين ٿو ميءُ رقيبن کي — اها تہ تو بہ ڏني آهي خار اي ساقي
هينئر شڪار ٿيا آهيون شوخ چشمن جا — ڪڏهن اسان بہ ڪيا ٿي شڪار اي ساقي

ڪريون نہ سانگ ڀلا ڪيئن نہ ٿيون اسين سانگي
جو اصل ناهي هي دارالقرار اي ساقي



ڇو بلبل تہ خزان ۾ نہ دل آتي گهرجي — فصلِ گل ويو سو وري ايندو حياتي گهرجي
جي آهي مُوڙهو تہ هي مسئلو موڙهو آهي — مونکي اسباب صفاتي مان ٿو ذاتي گهرجي
عالمِ ايجاد ۾ لاريب رهڻ جي خاطر — حسن ذاتي نہ هجي حسن صفاتي گهرجي
جنهن مان سو پرت پريو پنهنجو پيارل پسجي — تنهن دريچي مان مونکي پائڻ جهاتي گهرجي
تنهنجي پنبڻين جا آهن تير تيڇڻ لاءِ تکا — قرب وارن جي ڪُهڻ لاءِ نہ ڪاتي گهرجي
زنگ زائل نہ ذرو ٿيندو ڪدورت جو مگر — حضرتِ عشق جي تنهن لاءِ رواتي گهرجي
توکي آهن جي محبت جا مطرقا منظور — سخت سنداڻ ڪان تہ تنهن لاءِ ٿي ڇاتي گهرجي

سانگي ريجهي نہ سندم روح سدا سهڻن ري
دل جي گهر ۾ تہ دلارام ٿو ياتي گهرجي



يا الٰهي تون رکج آبرو انسانن جي — زورنوبت آهي هن وقت ۾ شيطانن جي
آهي هن وقت وري وار بڻيي جانن جي — لڄ ۽ پت رک تون اسان بي سرو سامانن جي
زورزر جي تي پيا چِن قاز ۾ زاهد زردار — پرده پوشي ٿي اسان چاڪ گريبانن جي
رنگ و رونق سان بسر ٿين هي ايامِ حيات — تنهن ڪان وڌ خواهش ،وڙهي نہ آهي مستانن جي
مال ۽ ملڪ سان من ڪين ملي ٿو مورئون — خواهش آهي تہ آهي جان کي جانانن جي
هو مرن مال جي خاطر هي پري پيسن ڪان — عقل وارن ڪان وڌي دل آهي ديوانن جي
ڪم نظر ساڻ نہ ڏسڻ گهرجي تهي دستن کي — مفلسي ۾ بہ ٿي مردي رهي مردانن جي
پاڻي پيچيدي پرين ڪاڪل پيچان جا پيچ — دل ڦڏي زلف پريشان ۾ پريشانن جي

هاڻ سانگي وري ڪي سير ڪجن سبزن جا
سير حاصل آهي سبزي ٿي بيابانن جي



ڪنهن ڀلا خوش ٿي گهر اڏيو آهي — جنهن اڏيو آهي، سو لڏيو آهي
آءٌ بہ هس پير، پر هي پيرِ فلڪ — مونکي استاد ٿي گڏيو آهي

ور يو مون سان ڪري ٿو بدمستي — آسمان سون ۾ ڇپا ڇڏيو آهي
ماڻهپو ناهي نسي محبت، ڀيو — ملڪ پنهنجو اڏيو مڏيو آهي
جنهن پاڇيءَ جو پڌ موڙهل هو — سو پڌر هاڻ ڏس پڌيو آهي

هاڻ سنيريو وريو ٿو سانگ ڪري
جڻ ته سانگيءَ ڪي ڪنهن سڏيو آهي

●

يا خدا، مون سان ڪنهن جو وير نه ٿئي — مون تي دشمن ڪڏهن دلير نه ٿئي
ٿئي نه نامرد مرد تي غالب — جو اصل هوئي گدڙ، سو شير نه ٿئي
هرڪو حالت تي پنهنجي هوئي پورو — ڪنهن زبردست جي ڪو زير نه ٿئي
پاڪ پروردگار ڪان ٿو پنان — شال محتاج ڪنهن جو ڪير نه ٿئي
حرص جي دام ۾ اچي ڪنهن ڪي — "هائو هائو" ڪرڻ جي هير نه ٿئي
تيسين راضي نه ٿين طالب. زر — ڏونڊ جو جيسين تائين ڍير نه ٿئي
آسمان جنهن ڪي ٿو رهي چڪر — ڪيئن ڦيري ڪان تنهن جي ڦير نه ٿئي
آهه يڪدم صنم سان ٿيان همدم — دير ڏي ويندي مونکي دير نه ٿئي

جان حياتي هجي حسينن جي
ديده بازي ڪان سانگي سير نه ٿئي

●

من موهن ساڻ ملاقات نه آهي تازي — ماهروين سان محبت مونکي آهي ماضي
ڪري اڪثر ٿو ڪمان آبرو خطا تير مژه — دلبرن ۾ نه اڳين آهي درست اندازي
مال دنيا تي آهي مامرو مردودن ڪي — "نوع نفسڪ وتعال" اي تون غضنفر غازي
چلولي چال زماني جي اصل ڪان آهي — ڪو ٿو ناراض رهي، ڪو ٿو رهي هيت راضي
هڪ مان ٿو ڪري هفتاد و دوملت موجود — ڪهڙا ڪهڙا نه ڪتو ڪوڙ ڪئي ٿو قاضي
وادي قيس ٿي اقليم عنايت مون تي — ملي منثار مٺي يار ڪان هي ممتازي
غلط انداز آهي غير ڪان، سو آهي درست — برهه وارن جي ته بيشڪ آهي آبتي بازي

گانڊ واٿو هي آهي گام ڇڏڻ جهڙو، جو
سانگي تو ساڻ سين جي آهي ٿي ناسازي

●

سڄڻ مونکي تنهنجي تمنا رهي — سڄي عمر سر ۾ سا سودا رهي
نه جاني آهي سڀ زباني آهن — يقين ڪيو مون يارن سان يڪجا رهي
آهي يڪ قلم آزمائي ڇڏيم — صفا جن ڪي الفت جي دعوا رهي
ڪيم خيرجون ٿي خوشيون خرّميون — سدا شوخ چشمن تي شيدا رهي
ڪڍيم ڪاڻ ڪنهن جي ڪڏهن ڪانڪا — مگر اي پرين تنهنجي پروا رهي

نہ ملنديس جـي اي نازنين نازدار — ڪندس چـــا زماني ۾ تنها
ڪندو ياڻ ڪي سو خراب و خوار — ادا بيـوقـوفـــن ۾ دانـــا

ڪري سانگ سانگي سوارا لڏيا
وطن مان ويا وره وارا رهي

يـــا رب چمن طبع کي ڪـــا بخش بهاري — سر سبز زمين نظم جي ٿي پئي سڄي
بلبل ٿـــي ترنم ۾ ڪيو شڪر خدا جو — گلشن ڏي آهي شاهد گل جي ٿي
رونق ۾ رهي هي چمنستان سخن جو — بابل جو رهي ورد ســدا شڪر
مشتاق سوين ماري ميٺو ناز و نظر سان — سو شاهد گلرو آهي شوقين
هڪ بوسۂ لب ڪين عجيبن کان عطا ٿيو — خدمت ۾ سندن مون ڪيي بسر عمر
رسوائي و بيقدري و بس در بدري آهہ — خـوبو، هي آهي عشق و يا آهي
هر سمت عسس پنهنجون اکيون ڦاڙيو ڦرن ٿا — مشتاق تي تنهنجي ٿا چڪاسون ڪن
مون ڪونہ رقيبن جو قصور آهي ڪيو ڪو — خـوبو، سي خراب آهن خارج ٿيا
آبرو جي ڪمان ۾ جي پري تير هنيا تو — پيارا آهي پيڪان ٿيا سندم قلب تي
ڪيو مور ڪڏهن مونکي نہ محتاج ڪنهين جو — ڪوڙين ڪيا ڪرم مون تي آهن قادر
روشن جو ضمير آهي، سو خصلت سان ٿيو تخمير — لا ريب رهي سو ٿو ڪدورت کان

منت مٿور نہ تنهن سان ڪري دارين جي دولت
سانگي ڪـــي آهـــي پرت پيارل جـــي پياري

●

سال اوڻيهہ سؤ ۽ ڇهہ هي عيسوي — جنهن ۾ پنهنجي مير ٻور ڏيٺي چڙهي
"مـيـر نـــارو خان" جنت آشيان — جنهن آهي اپريل ۾ رحلت ڪئي
مير صاحب هـــو بهادر نـــامور — عابد و زاهد اصل کان جنتي
آهـــي رنگا رنگ رنگ روزگـــار — ستو و رن پنهنجا ٿو ڏيکاري وري
وياسون تنهن ۾ جا پراڻي ميرپور — معذرت ميرن سان ڪيي سڀون مير جي
واهہ آت اهڙا وهيا ٿي زور سان — ٿيو يقين سانوڻ جي مند آهي رسي
آت هينئر سوڪون لڳن ٿيون جابجا — جن هنڌن پاڻي ٿي ڪيو مينهن وسي
آهـــن بيحد بـــاغ باغوچا اتي — جت پڪا پچندا ها ۽ ڏئونرا پسي
ٿيو هينئر سو آهي مرغابين جو ماڳ — جت نہ هوندو هو ڪو دريائي پکي
تين ڪي موهي ڪين ٿو مال و منال — جنهن جي پنهنجي دلربا سان دل لڳي

ٿو ڪري هاڻي وري سانگين تي سانگ
آهي سانگي جي وطن کان دل ڀڳي

●

دوستن مونکي چيو هرهر تون وچين ٿو ڪيڏي؟ ڪهڙو تو تي آهي چڪر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

رڻ ٻٽ ڏي جو ڪري مُنهن آءٌ هليس مستيءَ ۾ مونکي مجنون چيو برادر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

وري ڪُهسار ڏي واري جڏ ورايم مُنهن کي ڪوهڪن چيو منهنجا همسر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

حالتِ وجد ۾ ويندو پسي وادي جي طرف مونکي مستن چيو افسر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

حالتِ رقص ۾ رخ مون جو ڪيو ميخاني ڏي چيو حافظ، منهنجا دلبر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

ٿي اُداسي آءٌ هليس جات جگرناٿ جي تي چيو سامين ٿي، اي سرور، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

ٿي اُداسين چيو، هي منهنجو ڏسي انگ ڀڀوت زلف پنهنجا ڪري ابتر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

باغِ هستي کي ڇڏيو سون جڏهن رنگت نه رهي چيو بلبل، اي گلِ تر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

پاڻ کان پاڻ جڏهن، پاڻ ڪيو مون پاسو چيو سعدي، اي سخنور، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

پاڻ ۾ پاڻ آهي، پاڻ ۾ تون پاڻ سڃاڻ پاڻ پنهنجو ڇڏي ٻاهر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

وري معشوق جي گهر جو وٺي رستو آءٌ هليس مونکي ماڻهن چيو، بي زر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

بيوفا يار جي در پٽيي، اي پٽيا پيريءَ ۾ پرت جا ڪاٽڻ پادر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

آبروءَ لاءِ ڪيم تشنه لبي ۾ ٿي تلاش مونکي چيو ساقيءِ ڪوثر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

آلِ حيدر کان سواءِ پيا در مون ڪڙڪايا مون چيو حضرت قنبر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

عقل منهنجي کي جڏهن عشق ڏني فاش شڪست هو ٻڪو، مون چيو ميسر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

ناز انداز سان ٿي ناچ ۾ چيو گوهرجان اي سندم ساهه جا گوهر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

سانگي سانباهو ڏسي سانگ جو سانگين ٿي چيو

اي انيسِ دلِ مضطر، تون وچين ٿو ڪيڏي؟

●

ويڙهيچن جي ويڙهن ۾ ويندس وري ڪنديس پنهنجي سانڀين سان ڪڏ سروري

پري ٿيان آءٌ پنهنجن کان اي سومرا! چوڙيليون وساريان نه آهيان ڇري

جيئڻ جاوداني جو چاڻان آءٌ جي وچان پنهنجي مارن جي خاطر مري

هتي سڀ عدو ننگ و ناموس جا هجي دل گهريو ڪو جو ڏي دلبري

پٽن ير عمر تنهنجي محلات کان ٽڏا ٽاڪ تن جا جي آهن ٿري

ڏکيءَ کي نه ڏيکار مال و منال زرِي دل تي ٻونڊي نه منهنجي ذري

وَلر ڪيو ورايان آءٌ پنهنجون پَهُون اچن ڏڻ آبائن جا ڇيها ڇري

نماڻي وٺي نار آيو آهين جوانمرد آهين تون جنگي جري

ٻڳو سيل سانڀين جو تو سومرا! پري هيءَ ڪنئين تو نه آهي ڳوي

سچي ڄڳ مان مون تي ڪيئي جور چو نڪي حور آهيان نه آهيان پري

ستايون ستائڻ نه سترو آهي جو سمجهين ٿو تون سومرا سرسري

رکيو سيل سالم مون اي سومرا! پنهوارن سان پَت منهنجي آهي ڀري

سدا پنهنجا سانگي ٿي ساريم صفا

نه سانگين سوا منهنجي ساعت سري

مرغزارن ۾ ڪيا شاهن شڪار — اِت مرون مارين ٿا ڪولهي ميڙي

آهن تازين تي هميشه همسوار سي — جن چرين کي هٿي نه گڏهن جي چڙهي

قدرتِ موليٰ ته ڏس ڏاهن ڪان اڄ — وار آهي بيوقوفن جي وري

هت بشيهر ۽ تليهر ها ڪٿي ور — سي ويا تڏ آئي نوبت نور جي

اِت گدڙ ۽ پولڙا پاندر ڪڏ ڀـا — شير نامي جت ويا پهلن مان رهي

جن هنڌن واسينگ شوڪا ها ڪندا — تن هنڌن تي هاڻ ڦوڪي گهوه ٿي

جيئن ڪبيرا ٿا ڪريون گڏجي گناه — جاڙون پنهنجي تنهن ۾ ٿا زوراوري

شاعرن تي شوم سمجهي شوخ ٿي — ويندين ڪيئن نوڪِ قلم ڪان تون ڀڄي

توسنِ طبعِ روان جي ٽاپ ۾ — جي چڙهي آئين ته ٿي ويندين رني

تيئن سچن پيٽان وڃيا تيندا آهن — سي ڏٺاسون جيئن چيو "ثابت علي"

اهڙا پڻ آهن گهڻا خائن خراب — مال خاطر مانُ وڃائن باخوشي

ٿا شڪاري سور ڪائين شوق مان — تنهن کي جاڻن چاه مان چوکي چکي

جن سوا ساعت سري ٿي ڪينڪي
تن سوا ڪيئن تنهنجي هيت سانگي سري

●

هاڻ هن عهد ۾ انصاف ڪو آهي ناهي — خويش و بيگانه ۾ دل صاف ڪو آهي نا

يار و اغيار آهن خويش و اقارب تن مان — قرب جو ڪنهن ۾ رهيو 'قاف' ڪو آهي نا

جنهن ۾ شڪوه نه هجي يا نه هجي فند و فتور — خالي تنهن ڪان هتي اڪناف ڪو آهي نا

هن زماني جي نندين يا ڪِ وڏن مان ڪنهن جو — قول و اقرار بجز لاف ڪو آهي نا

وقت مشڪل ڏسو پنهنجن ۽ پراون مان ڀلا — ٿيو طرفدار ز اطراف ڪو آهي نا

سانگي وهلور وطن ڪان نه وڃي ڪيئن جنهن ۾
مانُ ۽ شانِ ۾ اشراف ڪو آهي ناهي

## قطعهٔ تاريخ

لطف پنهنجو آهي بيحد خالقِ اڪبر ڪيو — ڀٽي جي ناهي ڪاڻ، هوئي راضي اسان تي شالو

ڪهزار و نهه صد و هشت آهي سنه عيسوي — ماه اڪٽوبر جي ٻارهين، ڏينهن سومر صبح م

تڏهن هن ديوان جي ڪيو ڇاپڇڻ جو مون خيال — ماه رمضان جو جڏهن هو نصف پوري ڪي ربيع

ها سر ڪثرت ڏني هي هاتفِ غيبي ندا — آهي هي ديوان سانگي جلد ٿيو پورو ٿيو

٢٠ — ١٣٢٦

مصرع آخر ۾ جڏهن داخل ڪجي ڪثرت جو ڪاف    تڏهن تنهن مان سنه هجري نڪرندو سالم سچو
حق تعالى ڪان دعا هردم گهري عبدالحسين
عاقبت بالخير ٿئي شل سانگ سڀ سانگي سندو

●

بهر خدمت های یاران حاضرم
راستبازان را بجای چا کرم

عهد با پیر مغان بستیم و بس
بشکندسر لیک آن رانش کنم

عیب از نظمم مگر ای ذوالفنون
من زفن شاعری آگه نیم

قابل تحسین بنا شد نظم من
گر پسند دوستان ناید چه غم

میکند هر روز بازیهای نو
گردش گردون تا کی بنگرم

بیوطن هرکس درین دنیا بود
هرکسی را شد وطن ملک عدم

عالم اسباب را نبود دوام
جم نه مانده هم نه مانده جام جم

گاه در مسجد شدم بهر نماز
گاه در بتخانه بودم با صنم

من مسلمانم به ملک اهل دین
هم به خیل خاص رندان کافرم

آن کمالیت نمیدارم هنوز
جبه و دستار را چون اف کنم

گر به من پیر مغان یاری کند
خم زمینوشم زیاده زان نه کم

رم نباید کرد از دنیای دون
بهتران باشد ز خود سازیم رم

جلد سویم شد ز دیوانم تمام
شکر حق کردم ز بس شادان شدم

گفت یارم سال تاریخش بگو
با سر همت بگفتی فارغم

١٣٢٦    ٥

●

# ڪافيون

## سر ڪلياڻ

( ۱ )

ٽل: جلايم جل جدائي جـــي، سڄڻ ٿم ســـور سرتين جا

۱- وطن قادر جـــي قسمت ڪـيي، وچـــي هوتن سان همدم ٿي
پـٿي پاڪي پـهـٺـ جـــي پـيي، گهمي ڏسنديس آءٌ گهر تن جا

۲- گهنگهر ڪوٺن ۾ گهاريان ٿـيي، هنجهون هوتن لئي هاريان ٿي
سدا جن ڪي آءٌ ساريان ٿـيي، سـجهائن سـور سـر تن جا

۳- ٿين سائيهم ۾ تـــا سانوڻ، سڪل ســـاوا ٿين تـــا وڻ
آٿين ڏيهي ڏٺن جا ســڻ، جي ڪاڏا مون ٿي پـر تين جا

۴- عمر ڪوٺن ۾ قيدي ڪـيـم، ڪـراين هٿ ڪڙولا پيم
سکيا وچي سانگ "سانگي" ٿيم، تڏا ٿيا تاڪ ٿر تن جا

( ۲ )

ٽل: سـڪان ساريان، هنجهون هاريان، ڏني ٿيم ڏينهن ڏوٿين ڪي

۱- عـــمـــر آسائتي آهـــيـــان، لسا هي لـــوء وچـــي لاهيان
سينو توسان نئي ساهيان، رضا مان مونکي رخصت ڏي

۲- پري پاور ڪان قسمت ڪيس، ڪڙن ڪوٺن ۾ قابو ٿيس
ميٺن مارن ڪي وسري ويس، گهنگهر گهاريان ٿي هيت جن ري

۳- آهي دنيا ۾ دم آدم، عـــدم ڪـــان پوء يـــر يڪدم
نہ ايندو ڪو ڪنهين ڪي ڪم، سوا سو خاص خاوند جي

۴- سکيا "سانگي" وڃي ٿر ٿيا، سندن مونکي سور سانيڻ پيا
وِلهيءَ ڪي جي وساري ويا، مولي ميڙينم سانگي سي

( ۳ )

ٽل: سـونهن سهڻن جـي سـر چيرا، سفيد و سرخ و زنگاري

۱- ڪنيا ڪاڪل چڏيئون چوڙي، وڌئون جادو ڪجل جوڙي
نيٽين ڪيئون ناز منهن موڙي، عجب ٽـرڪي و طراري

۲- سندئي جـلـوو پـسي جـانـي، ٿيس حيرت ۾ حيراني
مٺا محبوب لاثـــانـــي، ڏنئي حـــق سونهن سرداري

۳- ڪڏهن خفگي، ڪڏهن خوشدل، ڪڏهن ماٺو، ڪڏهن مائل
چڏي رم يـــار ٿون رلـيل، ڏکوين ڏي ڪا دلداري

٤- "علي سين ڪنت" مولوي ڏس، چڙي قاضي ڪڙا وسوس
ڪرين ٿو چوطرف چس چس، ملان ڏسجين ٿو مڪاري

٥- "من له مولاي فله الڪل" چئو، وڃي پاڙي پرين جي پئو
جتي ڪنهن جو نه ڪنهن ڪي پئو، "سانگي" ري رازق ٻاري

## سر ڪلياڻ

( ٤ )

ٿل: ايندو سو دل ڏيندو، سڄڻ منهنجو سدا مٺو، ڪيلي ڪڏي ايندو، ري
١- سرمو ن پائي، اک اڏڪ ئي، دل ڪسي سو ويندو، ري
٢- زلف منجهائي، دام بنائي، قاسيگر سو ٿيندو، ري
٣- ڪين چڏيندي يس، پاٺهي وينديس، ساجن جي نه سڏيندو، ري
٤- غيرن ڪي سو سوز اندر جو، "سانگي" ڪين سليندو، ري

( ٥ )

ٿل: پنهوارن جو پير، مونکي شل مارن ملائي
١- سدا ساريان ٿي پائر پار جا ڪنڊا ڪرڙ ڪرير
قسمت واري مونکي ٿـي گسڙا گهمائي
٢- آهي امارت تي عمرڪوٽ جي عمر چام امير
تنهن جي بندي ڪان مونکي مولي بچائي
٣- تن سوا پيو ناهم تڪيو شبر و شبير
تن جي سدائين مونکي حب ٿي هلائي
٤- عشقبازن جي لاء اي "سانگي" اهو آهي اڪثير
لائي جيڪا سا وڃي تـوڙ نيائي

( ٦ )

ٿل: ڏکن پاتو ڏاڍڙو ڏاڻ، جيڏيون ڙي! آهه واڳي وتان ٿي
١- مردم چشم ڪان مخفي رڪان ٿي، دل جي اکين سان پرين پسان ٿي
پنهنجو وڃائي پاڻ، جيڏيون ڙي! آهه پرين پسان ٿي
٢- عشق جي طفل ته چوري چوري، دامن ورتي ٻوڙي ٻوڙي
قرب قريب جي ڪاڻ، جيڏيون ڙي! آهه روز روئان ٿي
٣- زلف سڄڻ جي ڪيس آواري، قابو ڪاڪل ڪئي دلڙي ويچاري
موهيس مرڪڻ ساڻ، جيڏيون ڙي! هي حال چوان ٿي
٤- پرزا پنهنجي ڪي جان مون جوڙي، چيري چچري، ڪپي ڪوري
"سانگي" سورن ساڻ، جيڏيون ڙي! آهه گهائي گهمان ٿي

١- ويڙه وري آهه وچي ويڙهيچن کي ڏسان
پنهواريون پائر ۾ پنهنجون شال پسان
جن جي خاطر مون کيو اهڙو حال هٽي
٢- ڏوٿيڙن کي ڏسي آهه اکڙيون ٺاريان
ڦر ڦوگن ۾ ڦيري چيها تن کي چاريان
ڏوکاهي جا ڏينهڙا لاهي شال ڏٺي
٣- موڙهل مر هٿي مٿو، چيڪ پري هٿي چوني
ويڙهيان کيئن وارن کي، کوٽ کري ٿيان کوني
سير تي آهه سرتين ري ڦيرينديس کيئن ڦٽي
٤- ڪپٽ ڪري سومرا، لوه لڄايئي سارو
ڪڙم کيو تو منهنجو پنهنجو آهي ڪارو
کيرن هيٺان مونکي آئين کيئن ڪٽي
٥- جيئري جدا جيڏين کان جاتم ڪين ٿينديس
ڏٽ کائينديس ڏوٿين سان جيسين آهه جيئنديس
پر تيئن ٿي اي "سانگي" جيئن واحد کي وٽي

(١٣٠)

ٿل: ڏي موڪل ويڙهه وڃان، جت سنگت ٿم ساري
جت سنگت ٿم ساري، آهه وڇوڙي ماري
١- مونهان پوء مارن ڏي آهن سينهن وسيا
وارا ڏيئي وچڙين تازا تڙ پريا
ساٿيهه ٿسي ويو سائو، اهه هتي ويچاري
٢- پنهنجي پهنوارن کان آهه پروس آهيان پري
سري سر ريءَ سري سانيين ري ڪين سري
بندن تنهنجن کان ٿم بند بره جا باري
٣- گاهه ٿيا گوندن ڏي، سبز ٿيون ٿيون ساريون
وهنجن ولهيون ڏيئي ترايـن ۾ تاريون
منهنجي اکين مان آهي تن لئي جر ٿيو جاري
٤- اباڻن سان ها انگل، هنس البيلي سدا
آرون هٿا جي کٽندا سي سپ وڙيچا ويا
سانگن لڳي ويا "سانگي" ويڙهه ڪري سچ ساري

(١٣١)

ٿل: درس دليون دلدار، گهورن تنهنجن گهايون گهايون

(١٣١) ۽ (١٣٢) ڪافيون مرشد جي وفات تي چيل

۱- صاحبڏنا سائين مرشد ڪامل، ياد پون ٿيون پيارا پلپل
محب منا منٺار، وارث تنهنجون وايون وايون
۲- صاحبڏنا سائين تنهنجون رهاڻيون، جنهن ۾ واه جي راتيون وهاڻيون
روئان زارو زار، ياد عجيب سي آيون آيون
۳- اکيون منهنجون سيد سهڻا، منهن تنهنجي جا اي من مهڻا
ڏسي سي ديدار، ڏاڍي ڪين ٿي ڏايون ڏايون
۴- جنڻي دلبر ڪيا تو ديرا، جڻسي پير گهمايئي پيرا
واسي ويڙهيئي وار، جلان پسيءِ سي جايون جايون
۵- ڪيون درد جون تو لئي لاتيون، خاطر تنهنجي پيارل پاتيون
سُوءِ تنهنجي جون يار، "سانگي" سالون سايون سايون
(۱۳۲)

ٿل: تنهنجي پسڻ لئي يار، پاتيون پاتيون مون جهاتيون جهاتيون
۱- صاحبڏنا منهنجا مرشد سائين، دل گهريا دلدار
لک لهن تنهنجون لاتيون لاتيون
۲- ڇا چوان هي ڇا مان ڇا ٿيو، غم تنهنجي غمخوار
ڇني ڇڏيون آهن ڇاتيون ڇاتيون
۳- قلب ۾ تنهنجي قرب جون آهن، چوطرف چوڌار
ڦهري لڳي ويون ڪاتيون ڪاتيون
۴- تنهنجي محبت جون مرشد منهنجا، اڙين جا آڌار
"سانگي" ساري سي راتيون راتيون
(۱۳۳)

ٿل: ڏوم ڏلين جي ٿي ڏام، ڏوٽيون ڏوڙ ٿيون پائن
۱- پڙويون پاڙ جا ڪائن لقما، صبح ڪٽي، ڪٽ شام
۲- مسلمان سان سلام ورائن، هندن سان ڪن رام
۳- ڏولي ڏٺون ڏن جي ۾ ڏيٺريون ڪٺيون ڪن ڪي ڪلام
۴- لڳيون آهڻ ڏرمليون سڀ، لڇيون لچن جي لام
۵- اشرافن ڪي اهنج رسائن، ڦٽيون ڦٽائن گام
۶- گهوڙ يليون سي گهمي گهر گهر، ڪن ٿيون حلال حرام
۷- ويري پين جا هوندا ڪي پيا، مونکي پٽن ڪيو تمام
۸- سڏ ڪنهين ڪي ڪانه پئي "سانگي"، مستن سمجهي مام

# ڏيهه اڪريون

## (۱)

### ڏيهه اکري پيٽي، مارئيءَ جي

بنامِ جهان داورِ دادگر
سي حرفي سٽو جا چوان سربسر
مگر مونکي هڪڙو هي آهي حذر
’الف‘ بلبلِ طبع ٿي نغمہ سنج
عمر کي چئي ٿي نہ مغرور گنج
’الف‘ اشهبِ طبع ٿي ٿيو تيز گام
نہ ترسي ڪٿي هاڻ ٿو خوشخرام
بره ’بي‘ ۾ سا ڪيئن ٿي گهاري گهڙيون
چوڙيليءَ کي وسري ويون ڪيئن چڙيون
بلائن ۾ ’بي‘ آهي بيشڪ بندي
وري ويڙهہ ويندي، وڏا وس ڪندي
ترت ’تي‘ پسي مارئي جو ملال
ٿي آشفتہ خاطر پريشان حال
تڪڙ ’تي‘ ڪري سا هجي جنهن ۾ تاب
خطا ٿي ڪري جي عمر ڏي خطاب
’ثي‘ ثابت رکيو سيل تنهن سوگوار
رهي لڄ لوئي جي شل برقرار
ثمر ’ثي‘ جهليا آهن چارين جهجها
پپون ۽ گولاڙا پٽن تي پيا
جٽڻ ’جيم‘ جيڏين سوا ڪيئن جڳاءِ
ڪڙن ڪان ۽ ڪوٽن ڪان مونکي ڇڏاءِ
جيئڻ ’جيم‘ جيڏين سوا جڳ ۾ جاڙ
اپرندي ڪان مونکي رسايائين لاڙ
حدون ’حي‘ هي آهن عمرڪوٽ جون
ريڊاريون اسين ڪيئن رڍن ريءَ رهون

چوان چا ڪيو مارئي سان عمر
ڏيان مارئي جي ڏکن جي خبر
نہ چئندي ڪڏهن پارسي ڪان پچر
پڌئين مارئي کي هو ماڙين ۾ رنج
رکيج دل تي اڪثر خزان جو خطر
ڇڏائي وڃي ٿو هٿن سان لگام
وڃي ٿو وٺڻ مارئي جي خبر
ويڙهيچيءَ کي ڪيئن مال ماڙيون وٺيون
سرودن جي سٽندي وساريئين ولر
سرس سڪ آهي تنهن کي سرتين سندي
وطن کي وساري نہ ويهندي نڏر
جيئڻ جنهن کي جهانگين سوا هو جنجال
ڪيو طبع تي اُن جي آهُن اثر
غمن ڪيو غريبن جو خانو خراب
ڏسون ڇا ڪري ٿي قضا و قدر
ڇپائين ٿي اي پاڪ پروردگار
پسان آءٌ پهنوارن سان پائر پڌر
آهي سڪ ڪبڙن جي بي انتها
ڦُٽا ڦوڳ ۽ ڦار ساوا ٿيا سر
الٰهي هِتان منهنجي قسمت اُٺاءِ
ٿئي مارن مِڻن ڏي سکهو مون سفر
ڏنا ڏاڍا قسمت سڄر دل کي ساڙ
اهو مون تي آيو سفر پُر حذر
پسان ٿي جتي ڪين پنهنجون پهون
وڃي پنهنجو پائر پسان کهڙي پر

## [ نثري داستانن* مان نموني طور چونڊيل اشعار]

### قصو دلارام ۽ گل اندام

مون ڪي سانگي ڪندو ايھو بيشڪ    جنھن تي دل منھنجي ٿي فدا آھي

—

عقل ۽ عشق ٿــا وڙھــن سانگي    تــن ٻنھي سان لــڙان ٿي ھائي آءٌ

—

ھائي سانگي ٿي آءٌ سانگ ڪندس    ھت ھـيـنـئـر آءٌ بيـقـرار آھـيـان

—

آھــن سھٹا گــھـٹـا مــگــر سانگي    سو ڏسي تنھن کي جو سچار ھجي

—

ڪنھن طرح سان ڏکيو سکيو سانگي    تـنـھـن طـرحـدار ساڻ ھلنداسون

—

سڀ طرح جو سُڪار آھي سانگي    قرب جو ٻر ڏسان ٿو ڪال آھي

—

بــاد شــاھــي آھــي فــقــيــريءَ ۾    آھــي ھــمــت وڏي حــقــيــريءَ ۾
تــي تــڏھــن چئج عاقبت بــالخير    سمجھ پوري رھي جي پيـريءَ ۾
نقد ۽ جنس تــي نــہ آھــي مــدار    عــقــل گھرجــي وڏو اميـريءَ ۾
آھــي آزادگــي آھــا ســانــگــي    عقل ھُئي عشق جي اسيـريءَ ۾

—

اچي ھاڻ پورو ٿيو سانگيءَ جو سانگ    ھرڻ کي اکوٽا ويا وسري اچانگ

—

اي سانگي ويا مي وريا ڪي ڪڏھن    وري ڪيئن ورن جي وڃڻ کي ويا

—

آھــي آغــاز عــمــر ٿــيــو معلوم    سانگي انجام جــي خبر ڪو ڏي

### راحت افزا قصا

سيئي شاعر اچــي ٿــا ڪن سانگي    منھنجي ھن نظم سرسريءَ کي سلام

—

لـَھـہ ونــي لاڙ ڏي لــڙي ھلجي    ڪين سانگي ٿا سانگ ري سرچن

---

* سانگي ست افسانا نثر ۾ لکيا جن ۾ جا بجا نظم پڻ ڏنائين. ھي انتخاب نموني طور انھن افسانن مان آھي.

## غزل

دل گھُري يار منھنجو مــن مــوھيو — محب منٺار منھنجو مــن مــوھيو
نيمنهن نروار منھنجو مــن مــوھيو — مـــر بـــازار منھنجو مــن مــوھيو
نــاز و انـداز ۽ ڪرشمه ڪري — تنھن طـرحدار منھنجو مــن مــوھيو
آءٌ ھــائــي ٿــيــو سرخــرو آھيان — لال رخـســار منھنجو مــن مــوھيو
پيچ ڪاڪل جـي پيچ ۾ آنــدم — زلف خـمـدار منھنجو مــن مــوھيو
جنھن جو طالب آءٌ تھدل آھيان تنھن — تُـرڪ طـرّار منھنجو مــن مــوھيو
عشقبازيءَ ڪان منھن نہ موڙيندس — پرت جي پيار منھنجو مــن مــوھيو
سو سلاطـيــن آھـي حضرت عشق — جنھن جي سرڪار منھنجو مــن مــوھيو
بــاغبان ڪـي چــو بــاغ ۾ بلبل — گـلِ بي خـار منھنجو مــن مــوھيو
درد جنھن جي ڏسڻ ڪان دور ٿيا — تنھن اکين ٺار منھنجو مــن مــوھيو

لــاز پــرور نـگـار جـي ســانـگـي
نؤ رتــن ھار منھنجو مــن مــوھيو

—

ذرو دل تي نہ وھندا زاھدن جي — ساوڪن جــا آھــن سانـگـي سليقا

—

**قصهٔ دلچسپ**

سـانـگـي سـچ ٿــو چــوان پنھنجو — روح ٿــو ريـجـھـي راڳــن تــي

## غزل

جو نــہ حــاصــل ٿيو بادشاھي ۾ — سو مــزو ٿــو اچـي گــدائــي ۾
سا تــہ لذت ھــيءُ وصل ۾ آھي — زن دلــيــا جـي جــا جــدائــي ۾
ھائي پکو ٿي مــون آھي سمجھو — سي ڪماءِ ٿي ڪج ڪچائــي ۾
مال ۽ ملڪ تي ھئي دل منھنجي — ھُــسِ راضـي آءٌ ڏوڙ ڇــائــي ۾
ٿــي رســائــي بــحــقِ آل رسول — يــا خدا مــون ڪي پــارسائــي ۾
عفو سا مون تي ڪر ڪريمِ ڪيم — ڪج ادائي جــا ڪج ڪلاھــي ۾
سير جي سچ چوان ٿو اي سانـگي — آھــي لــذّت بــرھـنــہ پــائــي ۾

داستان فرحت افزا

جي پڪا پرت جا آهن سانگي سور ڪنهن کي له سي سلائن ٿا

—

جهڙو سانگي هيئنر مليو آهي اهڙو نازڪ نگار ڪوله مليو

—

دل دهي جي هئي دعويٰ جن کي سانگي سي سون دمباز ڏٺا

—

ڪيترا دوست آهن ڪنهن کي خبر ڪانهي ڪا ڪيئن سانگي ٿو گذاري هت ٻي يار له ٻچ

—

## غزل

درد دل کي اي دوست دار نه ڏي سُونجهه مَن کي اي من-قرار له ڏي
اي مينا من-گهريا رقيبن کي عاشقن تي تون اختيار نه ڏي
مهرباني ڪري مينا مَه-رو داغ دل کي اي خال-دار نه ڏي
دلِ بيدل کي ڪر نه پيچيدو پيچ ڪاڪل کي پيچدار نه ڏي
وعده وصل کي وساري تون خير خواهن کي يار خار له ڏي
رحم ڪر تن تي اي رقيب رُليا عشق وارن کي انتظار نه ڏي
پنهنجي تون انتظار فرقت جو نينهن وارن کي نازدار نه ڏي
جنهن پڙهيو پرت جو پنو آهي اي مُلا! تنهن کي مفت مار نه ڏي
آهي بدخواه جو چوي توکي
پنهنجي سانگي کي تون پيار نه ڏي

—

آزمودو سون ڪيو آهي سانگي ڪين ڏاڍن ۾ ٿا حقير نهن

## غزل

رنگ ڪيڏا ٿو روزگار ڪري ڪِنهِ ڪيئي ٿو ڪِنهِ ڏي پري جا پري
ڪيئن انسان کي پري بخشي سو چڱائي تي پنهنجي سو جي وري
بادشاهن کان ٿو کسي شاهي تاج سر تي ڪڏهن گدا جي ڌري
بيوفائي نه تنهن تي ختم آهي نوٽ آهي نٿو سو ڪنهن مان ٽري
سخت آهي ڦري وطن جي هوا
سانگي وڃي هتي ڪان سانگ ڪري

## اردو غزل†

لطفِ لطیفِ شاملِ حال اگر نہ ہو
تو شاہراہ عشق میں میرا گذر نہ ہو

احمد سے تابہ مہدی ھادی ھے موجزن
دریای فیض حق جو کبھی مختصر نہ ہو

کشتی اھلبیت کا ھے نا خدا خدا
امواج حادثات سے اس کو خطر نہ ہو

ابروئے یار مثل ھلال آوے گر نظر
ٹھہرے جو اس پہ چشم تو ھرگز بدر نہ ہو

پروانہ وار جلنے کی پروا نہیں مجھے
پروانے شمع روکو میری جب خبر نہ ہو

دلبر ہو اور چاردہ سالہ دو سالہ سے
خواھش زیادہ اس سے مجھے عمر بھر نہ ہو

دندان و لب کی یاد میں رویا ھوں عمر بھر
کیوں اشک میرے چشم کے لعل و گہر نہ ہو

عبدالحسین تیغ زبان برسرِ عدو
اک وار ایسا مار جو پھر باخبر نہ ہو

## چئن زبانن ۾ چيل غزل*

شد طائر دل ز ابتدا، پابند آن زلفِ دوتا
مار گرفته آن بلا، کزوي نگردد کس رها
عاشق هوا رسوا هوا، جو کچھ هوا اچھا هوا
شکرِ خداي دوسرا، راضي دل شيدا هوا
بلبل صفت جنهن باغ ۾، آياسون ڪياسون چهچها
جو گل اڪيان ڏيو جلوه ڪري، عاشق رهياسون تنهن سندا
هي ٻي بقا باغِ سخا، گل گل جنهينديءَ بيوفا
وڃ تنهن آتي ڪيا ڀروسا، 'سانگي' غنيمت دم مزا

† هي غزل 'ديوان ٻهرئين' جي ١٩٠٤ع واري ڇاپي ۾ موجود آهي. مٿن 'ڪليات' ۾ ص ٤٧٧ تي "رديف و" جو عنوان توڙي هي غزل پيل وچان رهجي ويا آهن.
* هي غزل ان 'ٻهرئين ديوان' (ڇاپي) ۾ موجود آهي ۽ پيل وچان رهجي ويو آهي.